# نسورو نينهن

سنڌ جي سدا

## حضرت ميان محمد چنيھ رح

جي حياتيءَ جو انسانيت نواز آلاپ جي پسمنظر ۾ مطالعو

## ذوالفقار اجڻ

بخشي ٽرسٽ

ذِكْرُ الْاَنْبِيَاءِ مِنَ الْعِبَادَةِ وَ ذِكْرُ الصَّالِحِيْنَ لَكَفَّارَةٌ

ترجمو: نبين جو ذڪر عبادت آهي ۽ نيڪ ٻانهن (اولياءِ الله)
جو ذڪر گناهن جو ڪفارو آهي. (حديث)



# نسورو نينهن

(حصو پهريون)

سنڌ جي سدا حيات صوفي بزرگ
**حضرت ميان محمد چنيهه اڄڻ فقير رح**
جي حياتيءَ جو انسانيت نواز آلاپ جي پسمنظر ۾ مطالعو

**ذوالفقار اڄڻ**



**بخشي ٽرسٽ کهڙا**
ايوان چنيهه، فقير محلہ کهڙا،
ضلع خيرپور.

بخشي ٽرسٽ کهڙا جي اشاعتي سلسلي جو ڪتاب پهريون



ڪتاب جو نالو: **نسورو نيڻهن**

ليکڪ: **ذوالفقار اڄڻ**

ڇاپو: پهريون، سيپٽمبر 2001ع

ڇپائيندڙ: **بخشي ٽرسٽ کهڙا**

ڪمپوزنگ: **ڊجيٽل گرافڪس**

پاڪستان چوڪ، ڪراچي. فون: 021-2212714

اي ميل: digital_fida@yahoo.com

لي آئوٽ: **سيد فدا ساگر گيلاني**

قيمت: -/130 روپيا

لکڻ جو پتو: ذوالفقار اڄڻ، ڪيئرٽيڪر بخشي ٽرسٽ

ايوان چنيهه فقير محلا کهڙا، ضلع خيرپور.

اي ميل: bakhshi trust@yahoo.com

ملڻ جو هنڌ:

صداقت بوڪ ڊپو، بخاري بازار پوسٽ آفيس کهڙا ضلع خيرپور.

ڪاٺياواڙ بوڪ اسٽور، اردو بازار ڪراچي.

# سٽاءَ

# ارپنا

پنهنجي وڏڙن مان
انهيءَ الله جي ڪامل ٻانهي
درويش صفت انسان
حضرت ميان حاجي الهي بخش
قدسنا الله بسره الاقدس
جي نالي
جن جي مستجاب دُعائن
قرب ۽ شفقت
خصوصي تعليم و تربيت
ديني ۽ دنوي علمن سان گڏوگڏ
سلوڪ، طريقت ۽ عرفان جي راهه تي
رسالت جي مئخاني مان
توحيد ۽ معرفت جي جام پيئڻ
جي قابل بڻايو.

ذوالفقار اُجڻ




مونڌي ميان ميندڙا نظر ڪر نگاهہ
راتيان ڏينهان روزمره رميان تنهنجي راهہ
اڄڻ ڪيان آگاهہ- راڻل توکي روح ڪان.
"چنيهہ"

## حضور ختمي مرتبت صلی الله علیه وسلم جن فرمايو:

ڪيئي ميرڙي جسم وارا، اڻ سنوريل وارن وارا، جسم تي ليڙون پهريل اهڙا ماڻهو به آهن جيڪي اگر الله جو قسم کڻي ڪجهه چون ته الله انهيءَ کي پورو ڪري ڇڏيندو آهي.

(حديث نبوي ﷺ)

# ... جيڪي منجھہ جهان

هر دؤر ۾ انسانيت پنهنجي تڪميل جي لاءِ هميشه مضطرب ۽ بي چين رهي آهي ڇو تہ اها ڪنهن اهڙي جامع ڪامل و رهبر جي تلاش ۽ جستجو ۾ سرگردان رهي آهي جيڪو صاحب قوت بہ هجي ڪامل ۽ مڪمل بہ هجي ۽ صدق وصفا جو نمونو بہ هجي ۽ جنهن جو پيغام آفاقي هجي جنهن جي هٿان انسانيت جي تڪميل ٿي سگهي.

جيئن تہ انبياء عليهم السلام پنهنجي پنهنجي دؤر پنهنجي پنهنجي قوم ۽ پنهنجي پنهنجي علائقن ۾ جڏهن تہ نبي ڪريم ﷺ جن جملي اولادِ آدم ۾ انساني زندگيءَ ڪي اجتماعي صورت ۾ بدلڻ جو مقدس فريضو سرانجام ڏنو جيڪو پنهنجي جڳهہ نهايت ئي اهم آهي ليڪن جيئن تہ نبوت جو دروازو بند ٿي چڪو آهي مگر نبوت وارو ڪم اجان بہ جاري آهي ۽ قيامت تائين جاري رهندو. انهيءَ مقصد ۽ انسانيت جي تڪميل جي خاطر وقت بوقت اهڙن ڪاملِ انسانن جي قوم ڪي ضرورت ۽ ڪمي محسوس ٿي آهي ۽ خداوند ڪريم ان مقدس فريضي ڪي سرانجام ڏيڻ خاطر انبياء ڪرام ڪان بعد اولياءِ ڪرام ڪي منتخب ڪيو جن پنهنجي پنهنجي دؤر ۾ انسانيت جي ڀلائي ۽ نجات لاءِ مختلف ڪارناما سرانجام ڏئي انسانذات جي خدمت ڪئي.

اسلام ماديءَ ترقيءَ جي خلاف ناهي بلڪ ماديءَ ترقيءَ تي بہ ايترو ئي زور ڏئي ٿو جيترو روحاني ترقيءَ تي اسلام ۾ دنيا جو هر ڪم عبادت الهيٰ ۾ شامل ٿئي ٿو. اسلام واپار ڪي بہ عبادت تہ مزدوريءَ ۽ هاريءَ ڪي بہ عبادت قرار ڏنو آهي. ان سان گڏ گهرجي اهل عيال جو خيال رکڻ ۽ ٻارن جي پرورش ڪرڻ بہ عبادت ۾ شامل آهي ۽ موجوده سائنس جي تمام شاخن جو بنياد وجهندڙ بہ مسلمان آهن

اسان کي مغرب جي تهذيب جي فقط جنهن شيءِ کي ڇڏڻو آهي اهي صرف مغرب جا غلط نظريا آهن انهن جا جوڙيل خلاف عقل خلاف فطرت اصول آهن اهوئي سبب آهي جو اهي ماڻهو اقتصادي خوشحالي باوجود اڄڪلهه سخت بي چين آهن هڪ اهڙي (Vicious Circle) ۾ ڦاسي روحاني بي قراري ۾ مبتلا ٿي طرح طرح جي دماغي مرضن جو شڪار ٿي چڪا آهن جو اتان جي اسپتالن ۾ پنجاهه سيڪڙو کان وڌيڪ بسترا صرف دماغي مريضن لاءِ مخصوص آهن ۽ انهن مرضن کان بچڻ خاطر هنن نشي وارين دوائن ۽ آرام جي ٽڪين طرف رجوع ڪيو آهي مغربي تهذيب جي پيرويءَ سبب انهن مرضن اسان طرف به رخ ڪيو آهي اهي سڀ مرض ذات ڪبريا جي مسلسل نافرمانين ۽ روح کي ان جي فطرتي غذا (ذڪر خداوندي) کان مرحوم رکڻ سبب پيدا ٿيا آهن.

ماديت (Materialism) ۽ لادينيت (Secularism) جهڙن ناپاڪ نظرين انسان ۽ انسانيت کي تباهه ۽ برباد ڪري ڇڏيو آهي هينئر خود مغربي ملڪن ۾ روح جي حقيقت معلوم ڪرڻ جي تحقيق جو شوق پيدا ٿي چڪو آهي، روس سميت ڪافي ملڪن جي سرڪاري تجربيگاهن ۾ روح ۽ عالم مثال جي جسمن جي حقيقت معلوم ڪرڻ جي لاءِ وڏي تيزي سان تجربا ٿي رهيا آهن اينتريقدر جو انهن Aura & Astral Bodies جا طاقتور ڪيمرن ذريعي فوٽو به ورتا آهن ۽ ٽيلي پيٿي ۽ پيرا سائيڪالوجي ذريعي اهي ڏورانهن مقامن تائين پيغامن موڪلڻ ۽ گفتگو ڪرڻ ۾ ڪامياب به ٿي چڪا آهن ۽ ڪشف وڪرامت جي ذريعي پري وارين شين کي ڏسڻ ۽ ٻڌڻ جا تجربا به ڪري رهيا آهن ۽ آمريڪا سميت مختلف ملڪن جا ماڻهو سيد علي هجويري داتا گنج بخش عليه الرحمة جي تصنيف "ڪشف المحجوب" ۽ تصوف جا انگلش ترجمو ٿيل ٻيا ڪتاب پڙهي مسلمان ٿي رهيا آهن ۽ دنيا کي

گلوبل وليج جو تصور ڏيندڙ انٽرنيٽ تي موجود روحانيت جي مختلف
ويب سائيٽ کان استفادو حاصل ڪندي روحانيت طرف رجوع ٿي رهيا
آهن انٽرنيٽ تي اسلام ۽ روحانيت جي جامع ويب سائيٽ:
www. Naqshbandi. Net / Haqqani/ ڏاڍي متاثر ڪندڙ اهي
جنهن مغربي ملڪن خاص طور آمريڪا ۾ روحانيت کي انقلابي تقويت
بخشي آهي. اسان اميد ڪريون ٿا ته اگر اها رفتار جاري رهي ۽ ضروري
جاري رهندي ته انشاءَ الله اسلام کي وڏو فروغ ملندو ۽ اسان مسلمان
پڻ اولياءِ ڪرام جي تعليمات جي روشني ۾ روحانيت ۽ قرب حق واري
شاندار زندگيءَ کان روشناس ٿي اسلامي زندگيءَ جي عظمت طرف
راغب ٿي انساني معراج ماڻينداسون.

برصغير جا مسلمان خاص طور انهن مشائخ عظام رحمة الله
عليهم جا ٿورائتا آهن جن هن علائقي ۾ اسلام جي آبياري جو عظيم
ڪارنامو سرانجام ڏنو. انهن مرد حق مجاهدن ڪفر ۽ ظلمت جي هن
تاريڪ دور ۾ پنهنجي سوز باطني سان ايمان جون غيرفاني شمعون
جلائي ونداهين ۽ ڪتيل دلين ۾ نور عرفان جا فانوس روشن ڪري
ڇڏيا انهن مان هر هڪ بزرگ پنهنجي پنهنجي جڳهه تي هڪ ادارو هيو
سندن درگاهون نه صرف ظاهري تربيت گاهون هيون پر اخلاق تهذيب
۽ تزڪيه نفس جي لاءِ مڪمل يونيورسٽيون هيون. هر قسم جي ذوهن
جا عادي ۽ اخلاقي ڪوتاهين ۾ جڪڙيل انسان جڏهن هنن عظيم
هستين جي خدمت ۾ ايندا هيا ته صرف سندن فيض اثر نگاهه سبب-
انهن جي ڪيفيت بدلجي ويندي هئي انهن جون دليون بيدار زنده ٿي پونديون هيون.

تاريخ شاهد آهي ته حيران و پريشان مخلوق انهن هستين جي
دروازي تي اچي اطمينان ۽ سڪون جي دولت حاصل ڪندي هئي. انهن
جي هر غم دک درد جو علاج ٿيندو هيو. انهن جي دلين تان سياهيءَ جا

پردا ۽ گناهن واري زنگ صاف ٿي ويندي هئي اهي پاڻ ظاهري سڪون سان مالامال ٿي ڪري پين جي دعوت وتبليغ ۾ لڳي ويندا هئا.

انهن هستين جو ذڪر ڪرڻ اسان جو فرض آهي نبي ڪريم ﷺ جن جو ارشاد آهي: **"من لم يشکر الناس لم يشکرالله"** جيڪو انسان جو شڪريو ادا نٿو ڪري سگهي اهو خدا جو شڪريو ادا ڪرڻ جي بہ لائق نٿو ٿي سگهي. اسان جا محسن اهي بزرگان دين آهن جن جي صدقي اسان نور ايمان جي دولت سان بهرور ٿياسون اگر اسان پنهنجي انهن محسنن جو شڪر ۽ ذڪر ڪرڻ ۾ بخل ڪنداسين تہ خدا جي شڪر ادا ڪرڻ جي صلاحيت ڪتان آڻينداسين.

انساني شعور ۽ فڪر جي آبياري ڪندڙ عظيم انسانن جي زندگيءَ جي جاڻ هڪ ئي وقت بہ فائدا پهچائي ٿي پهريون اهو تہ انساني فڪر لاءِ هڪ چاهہ پيدا ٿئي ٿو ۽ پڙهندڙ ان جو همسفر يا پيروڪار ٿيڻ جي ڪوشش ڪري ٿو جڏهن اها ساڃهہ پيدا ٿئي ٿي تڏهن ان منجهان هڪ ڳولا ۽ تجسس پيدا ٿئي ٿو تہ انهن عظيم انسانن پنهنجي زندگي ڪهڙي ماحول ۽ ڪهڙن حوالن سان گذاري آهي. ٻيو فائدو اهو آهي تہ مختلف شخصيتن بابت ان جاڻ منجهان انهن لاڙن ۽ رجحانن جي خبر پوي ٿي جن انساني فڪر کي معاشرتي اوسر جي حوالي سان موجوده سطح تي پهچايو آهي.

زير نظر ڪتاب "نسورو نينهن" جي پهرين ڪڙي حضرت چنيهہ جي شخصيت ۽ زندگيءَ بابت سهيڙيل معلومات تي مشتمل آهي. حضرت چنيهہ جي شخصيت بہ انهن قابل ذڪر هستين منجهان آهي جيڪي تاريخ ۾ فطري ذات سبب هڪ معيار بڻجي ويندا آهن.

حضرت چنيهہ ۽ دنيا جي ٻين اهڙين امر هستين کي پڙهڻ انهيءَ ڪري بہ لازمي آهي تہ جيئن اسين پنهنجي روحاني اڳواڻن لاءِ ڪي اعليٰ

معيار، غير معمولي لياقتون ۽ بي مثال جرئتون ڪسوٽيءَ طور تي مقرر ڪري سگهون ٿا ڪاڻ تہ سندن ڪردار ڪڙي وقت ۾ روشني جا ڪرڻا ۽ اونداهن ماڳن ۾ چارا ڏيڪاريندڙ ستارا هوندا آهن. جڏهن بہ ذهن مصيبتن ۽ مونجهارن جي صحرا ۾ ڀٽڪي دربدر ٿي ساٿو ۽ بي همت ٿي ڪري پوندو آهي. تہ اها انهن بزرگ هستين جي ارشاد ۽ شفقت واري هير ئي هجي تي جيڪا زور سان گهلي وري ٿي ۽ ٿڪاوٽ، بيزاري ۽ مونجهہ جو اهڙو ترياق بڻجي ٿي جو منزل ڏانهن وک کڻڻ لاءِ نئين امنگ ۽ تڙپ پيدا ٿي پوي ٿي.

هن ڪتاب جو نالو نسورو نينهن حضرت چنيهہ جي مرشد ڪريمن (حضرت سچل سرمست رح جن جي ڏاڏي) حضرت خواجہ حافظ صاحبڏنو فاروقي جن جي فرمان موجب رکيو ويو آهي جو پاڻ حضرت جن کي فرمايو هيائون تہ ”چنيهہ اچ تومان ”چ“ ڪڍي ڇڏي سين تون هاڻي ”نسورو نينهن “آهين“.

”نسورو نينهن“ جي ٻي ڪڙي حضرت چنيهہ جي وفات کان موجوده وقت (ستن پشتن) تائين سندن اولاد جي ذڪر تي مشتمل آهي ۽ ٽين ڪڙي طريقت وارن سلسلن جي مڪمل معلومات جملي روحاني سبقن ۽ تصوف جي اصطلاحن جي تشريح ۽ رجال الله جي احوال تي مشتمل آهي جنهنجو مواد ترتيب جي آخري مرحلن ۾ آهي.

تصوف ۽ روحانيت جي شائقين لاءِ رجال الله متعلق مختصر اشارةً وضاحت ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان تہ حضرت آدم عليه السلام جي وقت کان نبي ڪريم ﷺ جن جي زماني مبارڪ تائين جهان جي حفاظت جي لاءِ هميشه رجال الله رهيا آهن ۽ حضرت عيسيٰ عليه السلام ۽ امام مهدي جي ظهور تائين رهندا دنيا. جو قائم رهڻ انهن جي وجود جي برڪت سان آهي. حضرت شيخ محي الدين ابن عربي، شيخ علاوالدولہ

سمناني ۽ مير سيد محمد مڪي رح جن لکيو آهي ته ”نبي ڪريم ﷺ جن جي زماني ۾ حضرت عصام قرني قطب ابدال جي درجي تي فائز هيا جيڪي حضرت اويس قرني جا چاچا هيا ان سبب ڪري ئي حضور نبي ڪريم ﷺ جن فرمائيندا هيا ته ”مون کي يمن کان رحمان جي رحمت جي خوشبو اچي رهي آهي“ چاڪاڻ ته قطب ابدال صفت رحمان جي تجلي جو مظهر ٿئي ٿو جيئن حضور نبي ڪريم ﷺ جن ذات الوهيت جا خاص مظهر آهن جڏهن قطب ابدال عصام قرني جن وفات ڪري ويا ته ابن عطا احمد عربي ان جي جڳهه تي قطب ابدال مقرر ٿيا حضرت بلال حبشي ۽ حضرت حذيفه يماني ان وقت ستن ابدالن مان هيا. اولياءَ الله جي روحاني منصبن مڪتوم، فرد، قيوم، قطب الاقطاب، قطب وحدت، غوث، امام يمين و يسار، قطب الارشاد قطب مدار، قطب ابدال، قطب اقاليم، قطب ولايت، اوتاد، ابدال اخيار، ابرار، نقباء، نجباء، عمداء، مڪتومان، مفردان سندن تعداد مقام ۽ نبين جي زير قدم هجڻ ۽ ڪهڙو منصب خداوند ڪريم جي ڪهڙي اسماءِ صفات جو مظهر آهي سندن ذميوارين ۽ اولياء ڪرام جي مجلس ديوانِ صالحين جي جوڙجڪ جو مڪمل احوال مستند حوالن سان ڏنو ويو آهي.

نسورو نينهن پهرين ڀي ڪڙي تي مشتمل مواد ڪافي عرصي کان مڪمل هيو مگر انهيءَ سلسلي کي باقاعده شروع ڪرڻ ۽ ان کي جاري رکڻ خاطر مالي وسائل جي اڻ هوند سبب پڙهندڙن تائين پهچائڻ ۾ تاخير ٿي آهي اگر آءٌ چاهيان ها ته پنهنجي پاڙيسري يا ڳوٺ جي ڪنهن مالداريا آفيسر وٽ وڃان ها ته شايد هو زماني جيان منهنجي به هن سلسلي ۾ مالي سهائتا ڪري ها مگر اهو فعل بي ضميري مون کي مناسب نه لڳو ۽ ڏوڪڙ پني ڪنهن الله جي ٻانهي جي زندگيءَ جو احوال عوام تائين پهچائڻ ۽ ڪنهن گورنر، وزير يا ڪنهن دنيادار کان

مهورت ڪرائي تجارتي مقصد يا شهرت حاصل ڪرڻ شرمناڪ عمل
لڳو ۽ نہ وري ڪنهن صاحب شوق ڪان ڪو مهاڳ لکڻ وارو شوق پورو
ڪرايو ويو ۽ نہ وري ڪنهن درباري ليکڪ کي ڪا زحمت ڏني وئي.

مهاڳ لکرائڻ واري شوق کي انهيءَ ڪري درگذر ڪيم جو
"سهڻيءَ" جو ميهار طارق اشرف پنهنجي سن 64ع واري ڪهاڻين جي
مجموعي "سونهن پٿر ۽ پيار" جي ٻئي ايڊيشن 1975ع ۾ لکي ٿو تہ
"مون کي اهو پسند ئي ناهي تہ ڪو منهنجي مجموعي تي مهاڳ لکي- ۽
انهيءَ ۾ لکي تہ طارق جي ڪهاڻيءَ ۾ هي خوبي آهي. شاهڪار آهي.
ادب جو سرمايو آهن. نہ مان اهو سڀ نٿو چاهيان بس اهي منهنجو
ڪهاڻيون آهن جيڪي بہ آهن ڪچيون ڦڪيون مون کي پياريون آهن
باقي مون کي ڪنهن اديب کان پيش لفظ لکرائڻو ڪونهي!"-

هن سلسلي ۾ جن بزرگن منهنجي رهنمائي فرمائي انهن ۾
حضرت قبلہ ميان عطاءُ الله رح جن سرِ فهرست هئا ۽ فقير ميان علي
محمد سائين جن جون مهربانيون قابل ذڪر آهن جن ڪافي رهنمائي
ڪئي ۽ ڪندا رهن ٿا. جڏهن تہ فقير ميان نور نبي، الهداد اڄڻ، گدا
حسين اڄڻ ۽ ٽرسٽ جي ڪارڪنن جي تعاون جو ذڪر ضروري ٿو سمجهان.

مٿيان سڀ مهربان ۽ محسن تہ ڳڻپ جوڳا آهن ئي سهي پر
جيڪڏهن پنهنجي جدمڪرم جا ٿورا ۽ احسان نہ مڃان تہ بيشڪ
پنهنجي ضمير ۽ شعور سان انصاف نہ ڪري سگهندس اهو مهان منش
حضرت ميان الهي بخش رح جنهن مايوسين مهل منهنجي اندر اميد جو
ڏيئڙو ٻاريو ۽ هن ڪتاب ۾ ڏنل ڪافي مواد نهايت گهڻي جاکوڙ ۽
تحقيق بعد سهيڙي راقم حوالي ڪيو جيئن تہ ڪين پنهنجي خاندان
سميت پوري اڄڻ برادري جي مڪمل تاريخ رقم ڪرڻ جي هميشه
تڙپ رهي. پاڻ علم فقہ ۽ حديث مولانا عبدالحي ڳڙهي ياسين ۽ مولانا

محمد هاشم نوابشاهه وارن کان حاصل ڪرڻ بعد وقت جي روحاني شخصيت حضرت مصطفيٰ صبغة الله شاهه پيرايراني جي تربيت هيٺ روحاني رموز و اسرار واري پياس اجهائي طريقت جون منزلون طئي ڪندي ڪائنئن مرتبهء ولايت جي بشارت سان سرفراز ٿي خرقئہ خلافت حاصل ڪيائون جيڪو خرقہ مبارڪ هن حقير (راقم) کي حاصل آهي.

مون (راقم) کي پڻ اها سعادة حاصل آهي جو سندن نگاهه شفقت هيٺ رهي مون قرآن پاڪ ۽ منية المصلي تائين درس نظامي ۽ محمود نامي تائين ڪائنئن فارسي جي تعليم حاصل ڪئي ۽ سندن ارشاد تحت سندن روحاني پيشوا قبلہ پيرايراني جي بيعت سان سرفراز ٿي سلسلہ مصطفائيہ جا بنيادي سبق حاصل ڪيا مگر پنهي رهبرن جي وڇوڙي کان پوءِ سندن رهنمائي سان سلوڪ جا باقي سبق پير سيف رحمٰن مبارڪ جي ڪامل شفقت هيٺ طئي ڪندي سندِ خلافت حاصل ڪئي قبلہ گاهه حصرت ميان الهيٰ بخش جن جي زندگيءَ جو مڪمل احوال ٻي ڪڙي ۾ تفصيل سان ڪيو ويو آهي. پاڻ کهڙا جي مخدومن جي شهادت واري دعويٰ جو اسلام ۾ شهادت جي اصولن هيٺ تقابلي جائزو ورتو اٿائون جيڪو هن سلسلي جي ٽيئن ڪڙيءَ ۾ تفصيل سان ڏنو ويندو. سندن اسم گرامي جي نسبت سان ئي هي وسيع المقاصد ٽرسٽ قائم ڪئي وئي آهي.

ڏٺي دَر دُعا آهي تہ سندن فيضانِ عالي تاقيامت جاري رهي. آمين

نہ ڪي ڪٿن پاڻ سين- نہ ڪو ساٺن پاڻ
اهڙا جن اهجاڻ- آءُ نہ جيئندي ان ري.
(شاهہ سائين)

ذوالفقار اجڻ

## حضرت چنيهہ

## دربار رسالت مآب ﷺ ۾

## ياسيدي يا رسول الله ﷺ

يا جوهر الكون ومرءة ظهوره- يا شمس الوجود ومشكواة نوره، هذه الصلواة من روحک الطاهرة استلهمت معانيها والیٰ رحاب اَعتابک العاطرة- أُهديها قاصداً وجه الله والسلام عليک ايها النبي ورحمة الله يا غيث الهامع ونور اللامع.

# حضرت چنبيهہ

## پيٽ ڏٺيءَ لاڪيٽي لطيف

جي حضور ۾:

بر زمينے کہ نشانِ کف پائے تو بود
سالها سجده صاحبِ نظران خواهد بود

**ترجمو:**

جنهن زمين جي ٽڪري تي تنهنجي قدمن جا نشان لڳا آهن سالن تائين (بصيرت وارين) نظرن وارا انهيءَ تي سجدا ڪندا رهندا.

# حضرت ميان محمد چنيهہ

قدس الله سره

## ولادت کان ڪمال تائين

(1127هہ-1207هہ)

سنڌ ڌرتيءَ جي صوفين ٻيائيءَ کي ٻن وجهي هيڪڙائي ۽ وحدت، اتحاد ۽ ايڪتا جو طبل وڄايو ۽ انسان جي عظمت ۽ صلح ڪل جا نغما ۽ گيت ڳايا انهن صوفين انسان کي ميثاقي عهد ياد ڏياريو جنهنکي آدم وساري پست حالت اختيار ڪئي آهي هو وري بہ انهيءَ الستي اقرار تي عمل ڪرڻ سان الهيٰ صفات پيدا ڪري عظمت ۽ اعليٰ درجو ماڻي سگهندو ۽ ڌرتيءَ تي خالق جي خليفي هجڻ جو حق ادا ڪندو انسانيت جي حقيقت ۽ عظمت وارو انسانيت نواز آلاپ اڄ کان ٽي سؤ سال اڳ مهراڻ جي ماٿريءَ مان اڀريو جنهن جي گونج سوز و گداز جي پردي ۾ حسن ۽ عشق، وصل ۽ فراق، ناز اوادا وارين ڪيفيتن جي املهہ خزانن کان سواءِ وحدت ۽ ڪثرت حقيقت ۽ معرفت جي پيرائي ۾ انساني عظمت جو فخر لائق پيغام ڏنو آهي اهو پيغام اسان جو عظيم ورثو آهي.

سندن نالو محمد چنيهہ ذات اڄڻ پاڻ خيرپور ضلعي جي ننڍڙي تاريخي ڳوٺ کهڙا ۾ ١١٢٧هجري سن ۾ پيدا ٿيا. پاڻ زهد عبادت ۾ ڪمال حاصل ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي مرشد حضرت صاحبڏنو فاروقي پاران "ميان صاحب" سڏڻ کان پوءِ ميان محمد چنيهہ سان مشهور ٿيا ۽ اڄ بہ سندن خاندان "ميان" جي حوالي سان مشهور آهي.

سندن والد صاحب جن جو اسم مبارڪ ميان محمد عثمان

(مدفون کهڙا) جيکي ميان محمد (مدفون درگاهه پير کٿبر فتح پور) جا فرزند هيا ۽ ميان محمد جن ميان ابوبکر جا فرزند هيا. حضرت ميان عطاءُ الله جن راقم کي ٻڌايو ته ميان ابوبکر جي مزار مبارڪ ملتان شهر جي قريب شير شاهه ريلوي اسٽيشن جي قرب جوار ۾ آهي وڌيڪ لاءِ سندن متعلق ڪا به معلومات نه ٿي سگهي ته پاڻ ڪٿان آيا ۽ شروعات ۾ ڪٿي سڪونت پذير ٿيا ۽ کهڙا ڪهڙي طرح پهتا. حضرت جن جي فرزند ميان خاوند ڏنو ۽ سندن ننڍي ۽ ٽيئن فرزند ميان ذاڪر محمد کان علاوه سندن اولاد مان ٻين ڪيترن بزرگن ڪافي قلمي بياض لکيا جيکي اڄ به موجود آهن مگر انهن ۾ ڪٿي به پنهنجي حسب نسب متعلق نه لکيائون.

سندن والد ميان محمد عثمان جن کي حضرت جن کان اڳ هڪ فرزند ڄائو جنهن جو نالو پاڻ عبدالغني رکيائون سندن نينگر عبدالغني جڏهن ڪجهه وڏو ٿيو ۽ راند وغيره ڪيڏڻ جيترو ٿيو ته هڪ ڏينهن رستي تي ٻين ٻارن سان راند ڪيڏي رهيو هيو ته مخدوم عبدالرحمٰن (شهيد) کهڙن واري (جيکي وقت جا صاحب شريعت قاضي ۽ مخدوم هئا) جي سواري نهايت رُعب ۽ دٻدٻي سان گهوڙن جي قافلي جي صورت ۾ لانگهائو ٿي (جنهن ۾ اڳيان اڳيان پاڻ ۽ پويان سندن خليفا گهوڙن تي سوار هئا) جنهن کي ڏسندي ئي ٻار ڊوڙڻ لڳا ۽ عبدالغني به ٻارن سان گڏ ڊوڙڻ لڳو مگر قضاءِ الهيٰ جو سندن پير کسڪي ويو ۽ اوچتي پاڻ زمين تي ڪري پيا ۽ مخدوم صاحب جي گهوڙي جي لت هيٺ اچي ويا ڪين ڏاڍا زخم رسيا جن جو تاب سهي نه سگهيا ۽ وفات فرمايائون.

## ضروري وضاحت

کهڙا جي مخدومن حضرت جن جي ڪمال شهرت ۽ عقيدتمندن ۽ مريدن جي وڏي تعداد کي ڏسندي هڪ هٿ نوڪي روايت هيٺ حضرت جن جي والد کي مخدوم عبدالرحمان جو نوڪر ڄاڻائي مخدوم عبدالرحمان جي دُعا سبب سندن پيدا ٿيڻ ڄاڻايو آهي جڏهن تہ حضرت جن جا والد پوک پوکي پنهنجو گذر سفر ڪندا هئا ڪين ۴۰ ايڪڙ جي لڳ ڀڳ زمين هئي جنهن ۾ هڪ کوهہ هيو (ان زماني ۾ نهري پاڻي نہ هجڻ سبب پوکن جو دارو مدار کوهہ جي پاڻي تي هوندو هيو ۽ اهو کوهہ اڄ بہ کبڙي مقام لڳ کهڙا شهر کان هڪ ڪلو ميٽر جي فاصلي تي موجود آهي جتي حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جن پڻ رات ترسيا.

## اويسي عطا

حضرت جن جڏهن ڪجهہ وڏا ٿيا تہ پنهنجي والد کي پوک جي ڪم ۾ هٿ ونڊائيندا هئا سندن عمر انوقت ايڪيهہ (۲۱) سال هئي جڏهن هڪ رات باک ڦٽيءَ مهل پوک کي پاڻي ڏيڻ خاطر نار هلائي ڏاندن جي نگهباني ڪري رهيا هئا ۽ پنهنجي ڌُن ۾ ڪجهہ بيت بہ جهونگاري رهيا هئا تہ ٻہ نامعلوم مسافر ايندي ڏٺائون جن کي ڏسندي پاڻ خاموش ٿي ويا. مسافرن سلام ڪيو، پاڻ سلام جو جواب ڏيندي سندن آڌر ڀاءُ ڪيائون ڪين وهڻ جي پيشڪش ڪيائون. مسافر پرسان پيل کٽ تي ويهي رهيا ايتري ۾ حضرت جن جا والد جيڪي پاڻيءَ جي نظرداريءَ لاءِ ڪجهہ پريرو ويل هيا اهي بہ اچي رسيا. مسافرن کي سلام ڪيائون ۽ خير عافيت بعد اچڻ جو سبب پڇيائون جنهن تي آيل مسافرن وراڻيو تہ اسين راهہ ورتيون وڃي رهيا هئاسين تہ نينگر (حضرت جن ڏانهن اشارو ڪندي فرمايائون) ڪجهہ بيت جهونگاري رهيا هئا

انهن بيتن جي ڪشش ڪان متاثر ٿي اسين هيڏانهن لنگهي آياسون سو اوهان نينگر کي چئو ته اسان کي اهي بيت ٻڌائن حضرت جن نامعلوم ماڻهن سامهون بيت چوڻ کان شرمائي رهيا هئا مگر سندن والد صاحب فرماين ته مسافرن جي خواهش پوري فرمايو پاڻ والد صاحب جن جي حڪم اڳيان مجبور ٿي پيا ۽ ڪجهه بيت مسافرن کي ٻڌايائون جيڪي هنن کي ڏاڍا پسند آيا ۽ نينگر کي ڏاڍيون دعائون ڏيڻ لڳا.

ان بعد مسافرن اجازت گهري. اجازت ڏيڻ کان پهريان پاڻ مهمان طور آيل مسافرن کي گرم گرم کير پيش ڪيائون مسافر سندن مهمان نوازيءَ کان پڻ ڏاڍو متاثر ٿيا ۽ شاهه درازا ڏانهن ويندڙ رستو پڇڻ لڳا ۽ حضرت جن جي والد کي چيائون ته نينگر کي چئو ته هو اسان کي ٿورو اڳتي ڪري اچي حضرت جن کي سندن والد صاحب جن فرمايو ته مسافر بزرگن کي ٿورو اڳتي ڪري اچو. حضرت جن مسافرن سان ٿورو اڳتي آيا رستي تي پهچي فرمايائون ته هي هاٽي سڌو رستو شاهه درازا ڏانهن ويندو. ائين چوندي پاڻ مسافرن کان اجازت گهريائون. اجازت گهرڻ تي مسافرن مان هڪ (جنهن متعلق حضرت قبله صاحبڏنو فاروقي عرف حافظ سائين عليه الرحمد جي حوالي سان پاڻ فرمايائون ته اهي بزرگ خواجه نظام الدين اورنگ آبادي قدس سره جن هئا. حضرت جن طرف مخاطب ٿيندي فرمايو ته تون اسان کي هي (دنيا وارو) رستو ڏيکاريو آهي ۽ اهو وقت اچي ويو آهي ته مشيئت ايزدي مطابق اسان به توکي راهه رباني ڏيکاريون ائين فرمائيندي حضرت جن مٿان توجهه وڌائون جنهن کان پوءِ حضرت جن مٿان حال (استغراق) طاري ٿي ويو ۽ پاڻ بيهوش ٿي زمين تي ڪري پيا ۽ هو بزرگ (مسافر) پنهنجو رستو وٺيون ويندا رهيا. حضرت جن کي جڏهن ڪافي دير گذري وئي ۽ پاڻ ڪوهه ڏانهن واپس ڪين وريا تڏهن سندن والد

صاحب کي خيال ٿي پيو ته خبر ناهي ڇنيهه الا جي ڇو کين واپس موٽيو اهو خيال ڪندي پاڻ ڪيس ڏسڻ لاءِ سندن پويان آيا ۽ اچي ڏٺائون ته حضرت جن بيهوش آهن ۽ سندن زبان مبارڪ مان ڪجهه آواز اچي رهيو آهي جيڪو ڇچريل نموني اچي پيو ۽ سمجهه ۾ نه پئي آيو پاڻ نينگر کي ڪٽي کوهه تي پهتا بعد ۾ مختلف حڪيمن ڏانهن رجوع ڪيو ويو مگر کين چوويهه (٢۴) ڪلاڪ گذرڻ بعد به سندن حالت ۾ ذري برابر فرق ڪو نه پيو.

## کهڙن وارن مخدومن جي بصارت

ٻئي ڏينهن تي کهڙا جي مخدوم صاحبن جي خدمت ۾ حضرت جن کي آندو ويو (مخدوم صاحبن جو ان دؤر ۾ هر طرف چرچو هيو پاڻ شرعي فتوائون ڏيندي به دير ئي ڪين ڪندا هئا صاحبِ شريعت هئا) سندن خدمت ۾ سارو قصو پيش ڪيو ويو علاج جو تفصيل پيش ڪيو ويو. پاڻ تجويز فرمايائون ته ڇنيهه کي سرسام ٿي پيو آهي. سو ڪيس ڏنڀ ڏياريا وڃن مگر ميان محمد عثمان جن ان ڳالهه تي آماده نه ٿيا مگر حضرت قبله ميان عطاءُ الله رحمة الله عليه جن فرمايو ته اسان پنهنجي وڏن کان ٻڌو ته کين مخدومن جي چوڻ مطابق ڏنڀ پڻ ڏياريا ويا. مگر پوءِ به فائدو ڪجهه ڪين پيو ائين ڪندي کين ساڳي حالت ۾ بغير ڪجهه کائڻ پيئڻ جي ٻه ڏينهن ٻه راتيون گذري ويون مگر سندن حالت جيئن جو تيئن رهي. اهاهئي انهن مخدوم صاحبن جي بصيرت جن جي دُعائن سان پاڻ پيدا ٿيا.

## رهنمائي

حضرت جن جا والد ڏاڍو فڪرمند ٿي پيا سوچڻ لڳا ته هاڻي

چا ڪرڻ گهرجي، مخدوم صاحبن جن جي علم جو هرطرف چرچو آهي شهرت آهي انهن ٻه ڪا راهه ڪا نه ڪڍي انهيءَ ٻڌتر ۾ رات ٿي وئي. رات جو پاڻ سڄي رات حضرت جن جي مٿان ويهي گذاريندا هئا ويئي ويئي ڪين ننڊ غالب ٿي وئي ۽ ان ننڊ واري عالم ۾ هڪ آواز ٻڌڻ لڳا ته نينگر ڪي شاهه درازا ڪٺي وڃو مسافرنٰ جي شاهه درازا جي رستي پڇڻ مان اوهان نه سمجهيو. اهي الفاظ مبارڪ ٻڌندي پاڻ ننڊ مان سجاڳ ٿي پيا سوچڻ لڳا ته شاهه درازا ته (حضرت سچل سرمست جن جا ڏاڏا) حضرت صاحبڏنو فاروقي رحمة الله عليه جن عبادت ۽ رياضت ۾ مشغول آهن باقي پيو ته اتي ڪو اهڙو حڪيم ڪو نه آهي. هاڻي شدت سان رات ڪٽڻ ۽ صبح ٿيڻ جو انتظار ڪرڻ لڳا.

## شاهه درازا ۾ پهرين حاضري

صبح ٿيندي ئي حضرت جن ڪي شاهه درازا آندو ويو اهو اشراق نماز جو ٽائيم هيو حضرت خواجه حافظ سائين عليه الرحمة جن اشراق پڙهي رهيا هئا جيئن ئي اشراق نماز کان فارغ ٿيا ته مسند رشد وهدايت تي تشريف فرما ٿيا حضرت ميان محمد عثمان جن خدمت جا آداب بجا آڻڻ کان پوءِ خواب سميت سارو احوال سربستو عرض رکيو پاڻ حضرت حافظ سائين رح جن معلوم ڪرڻ لڳا ته نينگر ڪٿي آهي جنهن تي ميان محمد عثمان جن عرض ڪيو قبله! نينگر دربار جي دروازي تي بيل گاڏي ۾ ستو پيو آهي پاڻ حافظ سائين جن فرمايو ته نينگر کي هيڏانهن ڪٺي اچو پوءِ نينگر (حضرت جن) کي حضرت قبله حافظ سائين جن جي خدمت مبارڪ ۾ پيش ڪيو ويو.

## نگاهہِ بصيرت

حضور نبي ڪريم عليه الصلواة والسلام جن جو ارشاد مبارڪ آهي تہ "المومن مرءۃ المومن" مومن مومن جو آئينو آهي. هي هئي اها نگاهہ جو جڏهن ڪجندي هئي تہ تقديرون بہ بدلائي ڇڏيندي هئي. اڄ جنهن جي گهرج هئي حامل امانت ڪي گوهر امانت جو وارث ملي چڪو هو بس هڪ نگاهہ ڪاملہ جي ضرورت هئي هڪ توجہ مڪمل جي ضرورت هئي. پاڻ حضرت قبلہ حافظ سائين جن جڏهن هڪ ڀرپور توجہ نينگر مٿان وڌو تہ اهو ڇچريل آواز جيڪو اڳ سمجهہ ۾ نہ پئي آيو اهو صاف ذڪر خداونديءَ ۾ تبديل ٿي ويو ۽ "الله، الله" جو آواز صاف ٻڌڻ ۾ اچڻ لڳو حضرت قبلہ خواجہ حافظ سائين جن فرمايو تہ "نينگر متعلق اسان ڪي اڳ ۾ ئي مطلع ڪيو ويو هيو ۽ نينگر سان اويسي مهرباني ۽ عطا ٿي چڪي آهي ۽ ڪيس ڪنهن بہ قسمَ جي ڪا جسماني بيماري نہ آهي اهي ڀليل آهن جن نينگر کي دوائون ڦڪيون ۽ ڏنيِ ڏياريا آهن اهي مسافر بزرگ خواجہ نظام الدين اورنگ آبادي رح جن هئا." اهڙي طرح اويسي طور پاڻ مستفيضن ٿيا هادي و رهبر.

حضرت خواجہ نظام الدين اورنگ آبادي رحمة الله عليه ڪان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ شيخ ڪليم الله جهان آبادي رحمة الله عليه ڪان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ شيخ محمد يحيٰ مدني رحمة الله عليه ڪان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ شيخ محمد اعظم جبار سلاسل رحمة الله عليه ڪان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ شيخ حسين محمد بن ميان جو شاهہ رحمة الله عليه ڪان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ جمال الدين شيخ جمن رحمة الله عليه ڪان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ شيخ محمود شيخ راجن رحمة الله عليه ڪان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ شيخ علاؤالدين لاهوري بنگالي رحمة الله عليه ڪان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ شيخ سراج الدين رحمة الله عليه ڪان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ شيخ ڪمال الدين رحمة الله عليه ڪان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ شيخ نصير الدين چراغ دهلوي رحمة الله عليه ڪان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ سلطان المشائخ نظام الدين اوليا ، محبوب الهيٰ رحمة الله عليه ڪان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ شيخ فريدالدين گنج شڪر آجودهي رحمة الله عليه ڪان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ شيخ قطب الدين بختيار ڪاڪي اوشي رحمة الله عليه ڪان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ سلطان الهند شيخ معين الدين حسن سنجري اجميري سرسلسلہ چشتيہ قدس الله سره ڪان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ شيخ محمد عثمان هاروني رحمة الله عليه ڪان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ شيخ مخدوم حاجي شريف زندني رحمة الله عليه ڪان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ شيخ قطب الدين مودود الحق رحمة الله عليه ڪان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ سيد ناصر الدين ابو يوسف الحسني والحسيني رحمة الله عليه ڪان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ شيخ ابو محمد بن احمد چشتي رحمة الله عليه ڪان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ خواجگان شيخ ابو احمد ابدال چشتي رحمة الله عليه ڪان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ شيخ ابي اسحٰق شامي سر سلسلہ چشتيہ رحمة الله عليه ڪان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ مشاد علو دينوري رحمة الله عليه ڪان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ شيخ امين الدين ابو هبيرة البصري رحمة الله عليه ڪان جي پنهنجي

پير حضرت خواجہ سيد بدرالدين حذيفه المرعشي رحمة الله عليه ڪان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ شيخ فضيل بن عياض رحمة الله عليه ڪان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ عبدالواحد بن زيد رحمة الله عليه ڪان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ حسن بصري رحمة الله عليه ڪان جيڪي پنهنجي

رهبر اميرالمومنين حضرت ابي الحسن علي ابن ابي طالب ڪرم الله وجہ ڪان جيڪي پنهنجي هادي و رهبر حضور ختمي مرتبت سيد المرسلين سرڪار مدينہ سروز سينہ احمد مجتبيٰ محمد مصطفيٰ آقا ﷺ جن جي ذات بابرڪات ڪان.

## شاهہ درازا ۾ رو بصحت

درگاهہ شريف شاهہ درازا ۾ حضرت جن ست ڏينهن حضرت خواجہ حافظ سائينءَ جن جي نگاهہ ڪيميا اثر ۽ ڪامل توجہ هيٺ رهيا حضرت حافظ سائين جن سندن مٿان خصوصي توجہ فرمائيندا هيا. ست ڏينهن مڪمل ٿيڻ بعد حضرت جن بلڪل صحيح سالڪ جي حالت ۾ اچي ويا اهو جمع جو ڏينهن هيو. جمع نماز کان فارغ ٿي حافظ سائين جن حضرت جن کي تازو وضو ڪرڻ جو حڪم فرمايو حضرت جن حڪم موجب تازو وضو ڪري. با ادب سندن خدمت عالي ۾ حاضر ٿيا پاڻ حضرت جن کي بيعت سان مشرف فرمايائون ۽ چادرِ خلافت عطا فرمايائون ۽ فرمايائون ”چينهہ منهنجو سڀ کان اول خليفو آهي ۽ چنيهہ اسان مان آهي ۽ اسان جو آهي جيڪو سندن دامن پڪڙيندو سو ڪڏهن بہ گمراهہ نہ ٿيندو.“ ائين فرمائيندي پاڻ حضرت جن کي خاص دستور، ارشاد ۽ هدايتون ڏئي اجازت عطا فرمايائون ۽ حضرت جن پنهنجي والد صاحب ميان محمد عثمان جن سان گڏ کهڙا واپس موٽي آيا.

### شجره طريقت

اهڙي طرح پاڻ بيعت کان سرفراز ٿيا پنهنجي پير و مرشد حضرت قبلہ خواجہ صاحبڏنو فاروقي حافظ سائين عرف موراڳي سائين قدس الله سره جن کان جن جو شجرهٔ طريقت هيٺ عرض رکجي ٿو. سالڪان طريقت لاءِ هي شجره عربيءَ ۾ ڏجي ٿو جيئن طالب ۽ شائقين سلوڪ وعرفان روحاني امداد حاصل ڪري سگهن.

الهي بحرمة حضور سرور ڪائنات خاتم الرسل احمد مجتبيٰ محمد المصطفيٰ ﷺ

الهي بحرمة امير المومنين مولانا ومولي الثقلين ابي الحسن اسد الله الغالب علي ابن ابي طالب ڪرم الله وجہ.

الهي بحرمة امامِ همام سيد الشهداء قرة العين سيد شباب اهل الجنة سيدنا امام حسين عليه السلام

الهي بحرمة دليل العارفين حضرت سيدنا امام زين العابدين عليه السلام

الهي بحرمة طاهر ومطهر حضرت سيدنا امام محمد باقر عليه السلام

الهي بحرمة امام همام المعصوم العاصم حضرت سيدنا امام موسي كاظم عليه السلام

الهي بحرمة قبلئہ باطن امام مجتبي ابي الحسن حضرت سيدنا امام علي الرضا عليه السلام

الهي بحرمة متاعِ بازار بلند نرخي حضرت خواجہ شيخ معروف كرخي رحمة الله عليه

الهي بحرمة من زمرة فادخلي في عبادي حضرت خواجہ شيخ عبدالله سري سقطي رحمة الله عليه

الهي بحرمة سيد الطائفہ ابوالقاسم حضرت خواجہ جنيد بغدادي رحمة الله عليه

الهي بحرمة حضرت خواجہ شيخ ابي بكر شبلي رحمة الله عليه

الهي بحرمة حضرت خواجہ شيخ ابو الفضل عبدالواحد بن عبدالعزيز تميمي رحمة الله عليه

الهي بحرمة حضرت خواجہ شيخ علاءالدين ابوالفرج طرطوسي رحمة الله عليه

الهي بحرمة حضرت خواجہ ابوالحسن علي قرشي هنكاري رحمة الله عليه

الهي بحرمة حضرت خواجہ شيخ المشائخ ابو سعيد مبارك مخزومي فاروقي رحمة الله عليه

الهي بحرمة سر سلسلہء قادريہ قطب رباني شهباز لامكاني حضرت محمد محي الدين سيد عبدالقادر جيلاني قدس الله سره

الهي بحرمة حضرت سيد شيخ عبدالرزاق حمال عراق حافظ ابي بكر جيلاني رحمة الله عليه

الهي بحرمة حضرت خواجہ شيخ عماد الدين الياس رحمة الله عليه

الهي بحرمة حضرت خواجہ شيخ نجم الدين كبري رحمة الله عليه

الهي بحرمة حضرت خواجہ شيخ مجيد الدين نوراضي رحمة الله عليه

الهي بحرمة حضرت خواجہ شيخ معروف علي رحمة الله عليه

الهي بحرمت شيخ محمد رحمة الله عليه

الهي بحرمة حضرت خواجہ شيخ نورالدين اباكبري رحمة الله عليه

الهي بحرمة حضرت خواجہ شيخ محمود رحمة الله عليه

الهيٰ بحرمة حضرت خواجہ شيخ علاؤالدين رحمة الله عليه

الهيٰ بحرمة شيخ خواجہ علي شاني رحمة الله عليه

الهيٰ بحرمة حضرت خواجہ شيخ محمد اسحٰق همداني رحمة الله عليه

الهيٰ بحرمة حضرت خواجہ شيخ محمد اسحٰق خلداني رحمة الله عليه

الهيٰ بحرمة حضرت خواجہ شيخ محمد مشهور نور بخش رحمة الله عليه

الهيٰ بحرمة حضرت خواجہ غياث الدين رحمة الله عليه

الهيٰ بحرمة حضرت خواجہ شيخ ابي الحسن رحمة الله عليه

الهيٰ بحرمة حضرت خواجہ شيخ محمد يحيٰ مدني چشتي قادري رحمة الله عليه

الهيٰ بحرمۂ حضرت خواجہ شيخ كليم الله جهان آبادي رحمة الله عليه

الهيٰ بحرمة هادي الموحدي شيخ المحققين حضرت سيد عبيدالله شاهہ جيلاني قدس الله سره

الهيٰ بحرمة سيد العارفين فياض الطالبين حضرت خواجہ محمد صاحبڏنو فاروقي قدس الله سره

الهيٰ بحرمة قدوة الاولياء حضرت خواجہ ميان محمد چنيهہ قدس الله سره، اَللهم ارزقنا فتوحها واحشرنافي زمرة اوليائک بارک الله لنا ولكم ونفعنا وَ اياكم من فيوض هذهِ السلاسلة العالية المباركةَ وصلي الله عليٰ خير خلقه محمد وآله وصحبه واولياءِ آمته اجمعين برحمتک يا ارحم الراحمين.

اوهان گهڻن پيرن مشائخن ۽ صوفي نما سجاده نشينن کي ڏسو ٿا جيکي بيکاري ۽ گمراهي ۾ مبتلا اهن ڪجهہ سالک اهڙا آهن جيکي اجان تائين مرشد جو نسبي سيد هجڻ ضروري سمجهن ٿا پوءِ اهو ڀلو نہ جاهل ۽ گمراهہ هجي ۽ ڪجهہ پير طريقت اهڙا بہ آهن جي اجان تائين مقام نزول بعد از عروج يعني مقام جمع الجمع ۾ نہ پهتا آهن اجان تائين اهي خود مرتبي فنا ۾ آهن بقا جو مرتبو حاصل نہ ڪيو اٿن يا جذب ۾ نہ لٿا آهن ان حالت ۾ جڏهن ڪو شخص انهن کي پير وڻي ٿو ۽ انهن کي پير مڃي ٿو تہ ان ۾ ان شخص ويچاري جو ڪو بہ قصور

ڪونهي ڇاڪاڻ تہ هو پنهنجي مقام ۽ مرتبي جي ڪمال جي پاڻ ڳالهہ ڪري ٿو ۽ نتيجي ۾ ساده صفت ابوجهہ عوام گمراهہ ٿي وڃي ٿو. جيڪو شخص ڪنهن پير جي بيعت ڪري سلوڪ اختيار ڪرڻ چاهي ٿو تہ ان کي پاڻ سڃاڻڻ گهرجي تہ جنهن پير جي آءُ بيعت ڪري رهيو آهيان اهو پير مون لاءِ فائديمند آهي يا نہ. ڪيس خلق جي هدايت جي اجازت پنهنجي پير کان حاصل آهي مٿين ريت سندس طريقت وارو سلسلو حضور نبي ڪريم ﷺ جن تائين صحيح سند سان ملندڙ آهي. اوهان کي ڪيترائي اهڙا پير هينئر بہ ملندا جيڪي ويچارا سلسلن جي معنيٰ مفهوم ۽ حقيقت کان ناواقف آهن ۽ ڪي وري اهڙا آهن جن کي سلسلن جي پوري تعليمات جي ڪورس جي ڄاڻ ناهي هر سلسلي جي هڪ مخصوص تعليمات آهي جيئن سلسلي نقشبنديہ جي مڪمل تعليمات ٣٦ سبقن تي مشتمل آهي. اگر ڪنهن پير کي تعليمات جي ڄاڻ نہ هوندي آهي تہ پوءِ اهڙا پير پنهنجين ڪمزورين کي لڪائڻ لاءِ مريدن جي تربيت لاءِ کين تنهائي ۾ سبق ڏيڻ جي هدايت ڪندا اهن ۽ چوندا آهن تہ هي رمز جون ڳالهيون آهن تنهائي ۾ ٿيڻ گهرجن حالانڪ اهڙي تربيت عام ڪرڻ گهرجي جيئن هر عام ۽ خاص مستفيض ٿي سگهي. اهو سبق تہ ظاهر آهي انهيءَ طالب لاءِ ئي مخصوص هوندو جنهن کي ڏنو پيو وڃي مگر ٻين ۾ شوق ۽ رغبت پيدا ٿيندي جيڪا پڻ تبليغ جو حصو آهي.

جيڪڏهن هڪ پير طريقت ارشاد جي مرتبي تي پهتل آهي تہ ان تي ذميواري عائد ٿئي ٿي تہ جنهن کي مريد ڪري ان جي تربيت بہ سرانجام ڪري جيئن جيئن ان مريد جي لياقت ۽ همت وڌي تہ ان جي اڳتي تربيت بہ ڪندو رهي واضح رهي تہ جيڪو پير صاحب مقام ۽ ارشاد آهي اهو ڪڏهن بہ پنهنجي مريد کي گمراهہ ٿيڻ نہ ڏيندو.

الله تبارڪ وتعاليٰ حضرت جن کي فنا کان پوءِ مقام بقا عطا فرمايو اولياءَ الله جڏهن فنا جي مرتبي تي پهچن ٿا تہ سندن سلوڪ ۽ مجاهدو ختم ٿي وڃي ٿو ان کان پوءِ الله تبارڪ وتعاليٰ پنهنجي صفات باقيه سان کين بقا عطا فرمائي ٿو يعني قرب نوافل يا قرب فرائض مان جيڪو انهن جو حصو آهي سو کين ڏئي ٿو قرب نوافل ۾ بندو خدا جي طاقت کان ڪم وٺي ٿو ۽ قرب فرائض ۾ الله پاڻهي جي عضون کان ڪم وٺي ٿو پاڻهو جڏهن پنهنجي بصارت سان ڏسي ٿو تہ هڪ تر بہ انهن جي اکين جو حجاب ۽ پردو بڻجي وڃي ٿو ليڪن قرب نوافل ۾ جڏهن هو خدا جي بصارت سان ڏسي ٿو تہ ڪوئي حجاب ان جي بصارت ۽ بينائي کي روڪي نٿو سگهي انهيءَ وقت پاڻهي جي سامهون ڪائنات عالم اهڙي طرح هوندي آهي جهڙي طرح دستر خواني تي هڪ ڀاڄي جي پليٽ اهڙي طرح الله جا پاڻها جڏهن پنهنجون اکيون بند ڪري پنهنجي بصارت کان پري ٿي وڃن ٿا تہ کين بصارت الهيٰ نصيب ٿئي ٿي ۽ باطن جي نگاهہ کلي وڃي ٿي اهي پنهنجي مشاهدي جي نگاهہ سان عالم مشهود کي ڏسن ٿا ۽ عالم شهود جي آئيني ۾ مشهود کي ڏسي ان جا شهيد بڻجي وڃن ٿا. پاڻ فرمائيندا هيا تہ ”حق تعاليٰ جي قرب ۾ پهچڻ کان پوءِ اسان کي ايتري تہ لذت محسوس ٿئي ٿي جو جيڪڏهن وقت جي حاڪمن کي ان جي خبر پئجي وڃي تہ اهي اسان مٿان تلوارون کڻي بيهن“.

حضرت جن جي ڳوٺ واپس اچڻ کان پوءِ سائن پيش ايل اهڙي عطا واري واقعي جي خبر عام ٿي وئي ۽ سندن شهرت ڏسندي ڏسندي ايتري تہ وڌي وئي جو خلق خدا ڀهرين ڏينهن ئي جوق در جوق سندن حلقي ارادت ۾ داخل ٿيڻ لڳي ۽ ڪافي سائل سندن خدمت ۾ پنهنجو حاجتون کڻي حاضر ٿيندا رهيا ۽ مرادون ماڻيندا رهيا.

پوءِ حضرت جن کان سندن والد ميان محمد عثمان جن جڏهن اهو پڇندا هيا تہ انهن مسافرن مان جن توهان تي توجہ ڏنو سندن حليو ڪيئن هيو تہ پاڻ فارسي زبان جو هي شعر پڙهندا هيا.

من کہ در شکل يار حيرانم

سر او صاف او کجا دانم

(آءُ تہ محبوب جي حسن ۽ جمال تي حيران آهيان ان جا اوصاف ڪيئن بيان ڪريان.)

حضرت جن اويسي عطا کان پهريان جڏهن پاڻ ننڍڙا ٻار ئي هيا تہ ڪڏهن بہ ٻين عام ٻارن جيان روئندا ڪين هئا ۽ نہ وري عام ٻارن وانگر مٽيءَ سان ڪيڏندا هئا پاڻ هميشه صبر ۾ رهندا هئا ايتريقدر جو والدين کي خيال ٿين تہ الاجي پاڻ ڳالهائڻ کان محروم آهن انهن ڏينهن ۾ ڪنهن ولي ڪامل جو راڻي پور ۾ اچڻ ٿيو اها ڳالهہ حضرت جن جي والد ميان محمد عثمان جن وٽ پهتي تہ هڪ درويش بزرگ ڪجهہ ڏينهن کان راڻي پور ۾ قيام پذير آهي. ڪافي خلق سندن خدمت ۾ حاضر ٿئي ٿي سندن اسم مبارڪ حضرت خواجہ شيخ حافظ محمد عابد رح آهي ميان محمد عثمان جن بہ خيال ڪيو تہ چنيهہ بہ ڳالهائي ڪو نہ ٿو ان بزرگ جي خدمتہ ۾ حاضر ٿي ڇو نہ دُعا گهرائجي.

حضرت جن جي عمر مبارڪ انوقت ٧ سالن جي لڳ ڀڳ ٻڌائي وڃي ٿي حضرت جن جا والد صاحب ڪين ساڻ ڪري راڻي پور ان بزرگ جي خدمت عاليٰ ۾ حاضر ٿيا. سارو احوال عرض ڪيائون بزرگن حضرت جن کي فرمايو تہ چؤ قُل قُلِ جنهنجي جواب ۾ حضرت جن نهايت معصومانہ انداز سان سباجهڙي زبان سان فرمايائون "اَحَدُ، اَحَدُ" اهو جواب ٻڌڻ بعد بزرگن تي حال طاري ٿي ويو جڏهن پاڻ ڪافي دير کان

پوءِ صحيح حالت ۾ آيا ته ميان محمد عثمان جن کي مبارڪ ڏيندي فرمايائون ته توهان کي ولي الله مبارڪ هجي. توهان خوشنصيب آهيو جو هڪ ڪامل ولي الله جا والد آهيو. اوهان بي فڪر رهو هي نينگر وقت اچڻ تي پاڻهي ڳالهائيندو." ان کان پوءِ انهن بزرگن ميان محمد عثمان جن کي ڪجهه دير ترسڻ جو حڪم فرمايو ۽ قلم ڪٽي ڪجهه لکيائون جنهن کي ويڙهي تعويذ بڻائي ميان صاحب کي هٿ ۾ ڏنائون ۽ فرمايائون ته هي تعويذ کولجو نه ۽ نينگر جي بازوءَ ۾ حفاظت سان ٻڌي ڇڏيو ۽ جڏهن هن نينگر جي شهرت عام ٿي ته پوءِ کين ٻڌائجو ته هي تعويذ پاڻ کولي پڙهن. ان کان ڪجهه عرصي کان بعد حضرت جن پڻ آهستي آهستي ڳالهائڻ شروع ڪيو.

جڏهن حضرت جن شاهه درازا شريف کان بيعت ٿي واپس کهڙا تشريف فرما ٿيا انهن جي ڪجهه ڏينهن گذرڻ بعد سندن والد صاحب جن کي هنن بزرگن پاران ڪيل هدايت ياد آئي ۽ پاڻ حضرت جن کي سارو سرسبتو احوال ٻڌايائون ۽ کين تعويذ کولي پڙهڻ لاءِ بزرگن جو ارشاد ياد ڏياريائون ۽ پاڻ فرمايائون ته اسان هي تعويذ وڏي حفاظت سان ١٥-١٦ سال سانديندا آيا آهيون ۽ اڄ اها پنهنجي ذميواري پوري ڪري رهيا آهيون حضرت جن اهو تعويذ کولي نهايت احترام سان پڙهيائون جنهن ۾ بزرگن طرفان "سهروردي سلسلي جي اجازت، خلافت شجره طريقت ۽ خاص دستور عطا فرمايل هو. ان خط پڙهڻ بعد پاڻ حالتِ استغراق ۾ هليا ويا جڏهن صحيح حالت ۾ آيا ته پاڻ اٿي نفل پڙهيائون. حاضرين مجلس کي فاتحه ۽ قل هوالله پڙهڻ جو حڪم فرمايائون ۽ ان بعد دُعا ايصال ثواب خصوصاً حضرت خواجه شيخ حافظ محمد عابد رحمة الله عليه جن لاءِ پڙهيائون انهن بزرگن جو سلسلو هن ريت آهي.

حضرت ميان محمد چنيهه جن روحاني طور سهروردي سلسلي ۾ مستفيض ٿيا حضرت خواجہ شيخ حافظ محمد عابد رحمة الله عليه جن کان جيڪي پنهنجي پير حضرت خواجہ شيخ عبدالاحد ثاني عرف شاهہ گل رح جن کان جيڪي پنهنجي پير شيخ احمد سعيد خازن رح جن کان جيڪي پنهنجي پير شيخ خواجہ احمد سرهندي مجددو منور الف ثاني رح جن کان جيڪي پنهنجي پير ۽ والد حضرت خواجہ عبدالاحد فاروقي رح جن کان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ شيخ رڪن الدين رح جن کان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ شيخ عبدالقدوس گنگوهي رح جن کان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ شيخ محمد درويش رح جن کان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ شيخ سيد پڍڻ بهرائچي رح جن کان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ ميد اجمل رح جن کان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ سيد جلال الدين مخدوم جهانيان رح جن کان جيڪي پنهنجي

پير شيخ رڪن الدين ابو الفتح قريشي رح جن کان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ شيخ صدر الدين عارف ملتاني رح جن کان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ شيخ بهاۓالدين ذڪريا ملتاني رح جن کان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ سر سلسلہ سهروردي شيخ شهاب الدين سهروردي رح جن کان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ ابو نجيب شيخ عبدالقاهر سهروردي رح جن کان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ قطب الدين ابو عمر سهروردي رح جن کان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ شيخ محمد سهروردي رح جن کان جيڪي پنهنجي

پير حضرت خواجہ ابوالعباس احمد دينوري رح جن کان جيڪي پنهنجي

پير حضرت شيخ ممشاد علو دينوري رح جن کان جيڪي پنهنجي

پير حضرت سيد الطائفہ جنيد بغدادي رح جن کان جيڪي پنهنجي

پير حضرت شيخ عبدالله سري سقطي رح جن کان جيڪي پنهنجي
پير حضرت شيخ معروف ڪرخي رح جن کان جيڪي پنهنجي
پير حضرت شيخ دائود طائي رح جن کان جيڪي پنهنجي
پير حضرت شيخ حبيب عجمي رح جن کان جيڪي پنهنجي
پير حضرت شيخ ابوسعيد خواجه حسن بصري رح جن کان جيڪي پنهنجي پير

حضرت علي ڪرم الله وجه جن کان جيڪي مستفيض ٿيا سرورِ ڪونين خاتم الانبياء حضور نبي ڪريم ﷺ جن جي ذات مجمع ڪمال وصفات کان.

اهڙي طرح حضرت جن بطريقه خدمت مستفيض ٿيا ۽ خلافت اجازت خرقه حاصل ڪيائون سلسلي قادريه ۾ حضرت حافظ صاحبڏنو فاروقي عرف موراڳي سائين قدس الله سره جن کان ۽ بطريقه روحاني مستفيض ٿيا سلسلي چشتيه ۾ حضرت خواجه نظام الدين اورنگ ابادي جن کان ۽ سلسلي سهروردیه ۾ بطريقه روحاني اجازت ۽ دستور سان مستفيض ٿيا پنهنجي روحاني پير حضرت خواجه شيخ حافظ محمد عابد رح جن کان ۽ ٽن سلسلن ۾ ڪمالات حاصل ڪرڻ بعد سندن ساري باقي عمر ڪرامتن سان لبريز گذري ڪوئي ڏينهن اهڙو نه هوندو هيو جنهن ڏينهن حضرت جن کان ڪيئي ڪرامتون ظاهر نه ٿين. چئني طرفن کان طالبان حق هن نِنڍڙي وارياسي ڳوٺ کهڙا ڏانهن ايندا هيا ۽ ڪمالات ولايت حاصل ڪندا هيا سندن فيض وڪرم سان مالامال ٿي سندن حڪم سان مختلف علائقن ۾ انسانيت جي ڀلائيءَ لاءِ ڦهلجندا رهندا هئا.

شاه درازا کان واپس ڳوٺ اچڻ کان پوءِ پاڻ اڪثر عبادت الهيٰ ۾ مشغول رهڻ لڳا پاڻ عبادت ۽ رياضت ۾ ڏاڍيون مشقتون فرمايائون پاڻ ڪڏهن ڪڏهن ڏينهن جا ڏينهن بنا ڪجهه کائڻ پيئڻ

جي جهنگ طرف نڪري ويندا هئا. سندن والدين کي حضرت جن کان علاوه ٻيو ڪو ٻه اولاد نه هيو ان ڪري کين ڏاڍو خيال ٿي پوندو هيو ان ڪري سندن والد صاحب جن سندن گهڻو عرصو ٻاهر رهڻ برداشت ڪري نه سگهندا هئا ۽ ڳولا شروع ڪندا هئا ڳوليندي ڳوليندي جڏهن وجي حضرت جن کي لهندا هئا ته پاڻ ڏسندا هئا ته حضرت جن هن دنيا مگر هر شيءِ کان بي نياز ياد الهي ۾ مستغرق هوندا هئا پوءِ پاڻ کين گهر واپس هلڻ لاءِ زور ڀريندا هئا ۽ حضرت جن پنهنجي والد بزرگوار کي ڪڏهن به ناراض نه ڪندا هئا ۽ پاڻ بخوشي گهر هليا ايندا هئا ۽ هڪ ٻه ڏينهن گهر ۾ رهي وري ساڳئي نموني هليا ويندا هئا سندن اها حالت ڪيترا سال رهي.

## شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح جي آمد

حضرت جن هڪ ڀيري ڪبڙي مقام لڳ وٽن جي هڪ گهاٽيءَ اندر چلي ۾ ويٺا هئا ته حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي جن سير سفر فرمائيندي انهيءَ جڳهه تي تشريف فرما ٿيا ۽ حضرت جن کي اچي چلي مان اٿاريائون ۽ فرمايائون ته هاڻي خلق خدا جي خدمت ڪريو ۽ پوءِ حضرت جن شاهه ڀٽائي جي حڪم موجب چله ڪشي ڇڏي پنهنجي مسند تي خدا جي خلق کي فيض پهچائڻ خاطر وهڻ لڳا.

شاهه عبداللطيف ڀٽائي جن حضرت جن جي ان چلي واري جڳهه جي ڀر ۾ سندن آستاني تي قيام فرمايائون جڏهن اها خبر کهڙا جي مخدومن کي پئي ( انوقت مخدوم محمدي سجاده نشين هيا) ته مخدومن پنهنجي خادم هٿ لطيف سائين ڏانهن سندن درسگاهه تي اچڻ جو پيغام موڪليو جنهن جي جواب ۾ لطيف سائين ان پيغام آڻيندڙ کي هي شعر لکي مخدومن ڏانهن موڪليو.

اڄ نہ آيسس سپرين سيان ابندس آءٌ
جنهن جو توتي نانءُ سو ڪٽي بار ڪهڻ جا.

جتي لطيف سائين قيام فرمايو حضرت جن سندن قيام واري جڳهہ کي احتراماً مسجد لاءِ وقف ڪيو ۽ ان جڳهہ تي پاڻ هڪ ننڍي مسجد تعمير ڪرايائون جيڪا اڄ بہ موجود آهي پر جيئن تہ هن جڳهہ (مسجد) جي پرپاسي ۾ ڪا بہ آبادي نہ هجڻ سبب مسجد جي صحيح نظرداري نہ ٿي سگهي آهي جنهن سبب مسجد زبون حال تي پڪي آهي.

## کهڙا جي مخدومن کان ناراضگي

کهڙا جي مخدومن پاران لطيف سائين کي چٽي لکڻ ۽ سندن آڌر ڀاءُ طور چند قدم هلي نہ اچڻ سبب حضرت جن کي مخدومن جي خودي ۽ علمي هوڏ واري روش تي ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ پاڻ لطيف سائينءَ کي مخاطب ٿيندي هي شعر فرمايائون.

برزمينے کہ نشانِ کف پائے تو بود
سالها سجدهء صاحب نظران خواهد بود.

ترجمو: جنهن زمين جي ٽڪري تي تنهنجي قدمن جا نشان لڳا اهن، سالن تائين نظرن وارا انهيءَ تي سجدا ڪندا رهندا.

ٻئي ڏينهن تي شاهہ پٽائي رح جن پنهنجي وعدي موجب مخدومن ڏانهن وڃڻ جو ارادو ڏيکاريو حضرت جن مخدومن جي رهائشگاهہ تائين ساڻن گڏ ويا اتي لاڪيٽي لطيف کين اجازت ڏني تڏهن واپس وريا.

لطيف سائين جو مخدوم محمديءَ آڌر ڀاءُ ڪيو ۽ حضرت جن مخدوم محمديءَ سان هٿ ملائي هي شعر پڙهندي موڪلايو.



کھڙا لڳ ٽبڙي مقام ۾ واقع اهو ڪنڊ [illegible] جتي
حضرت ميان محمد چنيهم عل[illegible] ڪئي
۽ شاهه عبداللطيف ڀٽائي [illegible]



کھڙا لڳ ٽبڙي مقام ۾ واقع ٽبڙ جي وڻ لڳ اهو کوهي
جتي حضرت چنيهم ۽ لاکيٽي لطيف رهاڻيون ڪيون.



کھڙا لڳ ڪبڙي مقام ۾ واقع اها مسجد جتي حضرت چنيهہ رح پنهنجي رب جي حضور ۾ سجدا ڪيا ۽ ساڻن گڏ شاھ پيناڻي [illegible] جن پڻ نماز ادا ڪئي.

ايوانِ چنيهہ کھڙا ۾ حضرت قبلہ ميان محمد چنيهہ قدس سره جن جي ابدي آرامگاھ ۽ تجليات رباني جو مرڪز.

پروانہ ازان سوخت کہ باشمع در افتاد

باسو ختگان ھرکہ در افتاد بر افتاد

ترجمو: پروانو انهيءَ لاءِ سڙي ويو جو انهيءَ شمع سان گستاخي ڪئي، جنهن دل جلين سان گستاخي ڪئي ختم ٿي ويو.

اهي حضرت جن جي زبان مبارڪ مان نڪتل الفاظ اڄ حقيقت بڻجي چڪا آهن جو اڄ اها درگاهہ روحانيت کان تہ وانجيهل آهي مگر رسمي پيري مريدي کان بہ خالي آهي. مگر حضرت جن جي آستاني تي اڄ بہ هزارين عقيدتمند خاص طور پوري اڄڻ برادري نهايت عقيدت ۽ پاپوهہ وچان سرجهڪائي پنهنجو مرادون ماڻي ٿي.

واضح رهي تہ ڪهڙا جي مخدومن علمي هوڏ ۽ مذهبي ڪٽر پٽي سبب ان وقت خيرپور رياست جي حڪمرانن ميرن هٿان سزائون بہ ڪاڏيون ڪين انوقت جي مروج سزا ”ڪوٽ تي چاڙهڻ“ (بنديخاني ۾ بند ڪرڻ) مشهوُر اهي جنهن سزا مان بہ حضرت جن جي اولاد مان فقير صاحبن گڏجي ڪري هڪ مناجات طرز تي اجتماعي دُعا (جنهن کي عرف عام ۾ ”سَمَهِ“ سڏيو ويندو آهي) گهرندي مشهور ڪرامت سان ڪين آزاد ڪرايو جنهن جو پهريون بيت آهي.

”مير لڳندئي تير پاران دين نبيءَ جي“

جيڪا مخدومن جي خليفي ملان عثمان رتڙ کي بہ برزبان ياد هئي جيڪو ڪجهہ سال اڳ فوت ٿي چڪو آهي. انهيءَ واقعي جو تفصيلي احوال هن اشاعتي سلسلي ”نسورو نينهن“ جي ٻي ڪڙيءَ ۾ ميان محمد علي جي زندگيءَ جي حالات هيٺ ڏنل آهي.

## شاهه دراز ۾ آخري چلو

درگاهه شاهه درازا ۾ حضرت جن پنهنجي مرشد ڪريمن حضرت خواجه حافظ سائين جي توجه ۽ سايي ۾ سندن اجازت سان چلو ڪڍيائون هي چلو مڪمل ڪرڻ بعد حضرت جن کي مرشد ڪريمن طرفان ارشاد ٿيو ته ”هينئر سلسلي جا باقي ڪي اهڙا اسرار ۽ رمزون ڪين رهيون آهن جن ڪان اوهان کي واقفيت ڪرائيندي انهن تائين رسائي نه ڪرائي وئي هجي هاڻي اوهان کي اجازت آهي سلسلي جي ترويج ڪريو“.

## مستقل ديرو

مرشد ڪريمن طرفان حڪم ملڻ بعد پاڻ چلو مڪمل ڪري کهڙا ۾ مستقل ديرو ڄمايائون هڪ تسبيح خانو تعمير ڪرايائون جنهن اندر ڏينهن جو خلق خدا کي هدايت ۽ سلوڪ و عرفان سان نوازيندا هئا ۽ رات جو رياضت ۽ عبادت فرمائيندا هيا.

ان جڳهه تي هنيئر سندن اولاد مان ميان همت علي (اول)، ميان الله بخش ۽ فقير ميان شفي محمد رحمة الله عليه جون مزارون آهن.

## ست پيڙهيون سَر

شاهه درازا ڪان حضرت حافظ سائين جن جي بيعت ۽ ارشاد ڪان مشرف ٿيڻ ڪان پوءِ پاڻ روزانو صبح نماز پڙهي مرشد ڪريمن جي خدمت ۾ حاضري ڀريندا هئا ۽ حاضري ڀري اجازت وٺي پوءِ پاڻ اچي پنهنجي مسند ارشاد تي وهندا هئا جڏهن حاضري ڀرڻ لاءِ درازا شريف ڏانهن اسرندا هئا ته پاڻ سان گڏ ڪجهه طعام به لنگر ۾ پيش ڪرڻ لاءِ کيون ويندا هئا. حسب معمول هڪ ڀيري جيئن ئي پاڻ شاهه درازا پهتا ته حضرت حافظ سائين جن مسند تي موجود ڪين هئا. پڇا ڪرڻ

تي معلوم ٿين ته سائين جن درگاهه لڳ ڪوهه تي شريف فرما آهن
جيڪو ڪجهه ڏينهن کان ڪڇي رهيو آهي ۽ اڄ راس ٿيڻ وارو آهي.
حضرت جن ڪوهه تي تشريف فرما ٿيا: جتي ڪوهه کان ٿورو پري
مريدن جي هڪ جماعت ويٺي هئي جن حضرت جن کي ٻڌايو ته مرشد
ڪريمن جو فرمان آهي ته ڪوهه اندر ڪوئي به نه اچي اگر ڪوئي
ايندو ته اهو واصلِ جهنم ٿيندو. "تنهن تي حضرت جن فرمايو ته "اهو
ڪهڙو مريد صادق چئبو جنهن جو مرشد جهنم ۾ هجي ۽ مريد وري
ٻاهر هجي" ائين چوندي پاڻ ڪوهه اندر هيٺ لهي ويا جتي ڪافي بزرگ
تشريف فرما هيا ۽ حضرت حافظ سائين جن پڻ موجود هئا جن حضرت
جن کي ڏسي مشڪندي فرمايو "چنيهه هت به نه مڙين" تنهن تي
حضرت جن دست بسته عرض ڪيو "قبله گستاخي معاف ٿئيم اوهان
جو حڪم معلوم ٿيو مگر اهو مريد صادق ڪهڙو! جنهن جو مرشد
جهنم ۾ هجي ۽ مريد جهنم کان ٻاهر هجي." حضرت جن جي ان
جواب تي خواجه حافظ سائين جن ڏاڍا خوش ٿيا ۽ موجود بزرگ جن ۾
حضرت شاهه پنائي جن به شامل هئا اهي پڻ ڏاڍو سندن مٿان راضي ۽
مهربان ٿيا خواجه حافظ سائين جن حضرت جن کي فرمايو "چنيهه! اڄ
تو مان "چ" ڪڍي ڇڏي سين اڄ کان پوءِ تون **نسورو نينهن** آهين.
وچ تون ته ڇا پر تنهنجون سٺئي پيڙهيون سرِ آهن." ان جواب ملڻ بعد
حضرت جن عرض ڪيو "قبله! ست پيڙهيون ته مان هي اکين پيو ڏسان
اڳتي ڪا مهرباني ٿئيم" تنهن تي خواجه حافظ سائين جن فرمايو ته
"پوءِ اڳتي به تنهنجا ڏينگا چڙهيا پيا آهن رڳو هلائڻ جي دير اهي
جيڪو به ٿوري محنت ڪندو اهو جلد عرفان ۽ ڪمال ماڻيندو."

## لطيفي عطا

ان موقعي تي شاهه ڀٽائي رح جن خواجه حافظ سائين جن کي فرمايو ته "جنيهه صرف اوهان جوئي نه پر اسان جو پڻ آهي خليفو اوهان جو ٿي آهي مگر اسان به ڪيس خلاقت عطا ڪيون ٿا." ائين فرمائيندي لطيف سائين جن حضرت جن کي ڪاري رنگ جي دستار پهرائي جنهن کي ٻين موجود بزرگن به ور ڏيندي عطائن ۽ اڪرامن سان جنيهه جي مرتبي کي رنگ لاتا. انهن موجود بزرگن ۾ حضرت خواجه سيد عبيدالله شاهه جيلاني جن پڻ شامل هئا جيڪي خواجه حافظ سائين جن جا مرشد هئا) شاهه درازا جي جملي بزرگن ۽ خلفا، جون دستارون سبز رنگ جون آهن مگر لطيفي عطا سبب حضرت جن جي دستار مبارڪ جو رنگ ڪارو هيو جيڪو سلسله بسلسله هلندو ٿو اچي ۽ اڄ به اها دستار مبارڪ موجود آهي جيڪا سجاده نشين درگاهه ڪهڙا شريف جن خاص موقعي تي پهريندا آهن.

ان کان پوءِ حضرت جن کي حضرت خواجه حافظ سائين عليه الرحمة جن روزانو دربار عاليه درازا شريف تي حاضري ڀرڻ کان منع فرمائي ۽ حضرت جن کي فرماياتون ته "جيڪو ڪجهه اسان وٽ هيو اسان اوهان جي حوالي ڪري ڇڏيو اڄ کان پوءِ جنهن تو کي ڏنو انهيءَ جڻ مون کي ڏنو. هاڻي اوهان روزانو هت اچڻ بجاءِ اهو وقت پڻ خلق خدا کي ڏيو."

### حقيقت شناس نگاهه:

ڪائنات ۽ انسان جي وچ ۾ ظاهر ۽ باطن جي تضاد تي غور ڪندي ڪين سيني ٻاهرين شين ۽ منظرن جي ڪثرت پويان اها باطني ۽ بنيادي وحدت نظر اچيو وڃي جنهن سان خالق ۽ مخلوق ذات ۽ صفات

جا سمورا حجاب هٽيو وڃن. سندن نگاهہ ايڏي تہ حقيقت شناس آهي جو حجابن جا گهاٽا ڪڪر حقيقت جي سج کي ڪائنس لڪائي نٿي سگهيا. پوءِ پاڻ ڪائنات ۾ ڪٿي بہ دوئيءَ جو وجود نہ ڏٺائون. اڄ جڏهن انسان چنڊ تي خيما کوڙي چڪو آهي اسين پنهنجي آسپاس جي ٻاهرينءَ دنيا جي علم ۾ گذريل سمورن زمانن کي مات ڪري چڪا آهيون پر پنهنجي اندر جي دنيا جي علم کي نظر انداز ڪري ڇڏيو آهي اهو ئي سبب آهي جو هي ڌرتي جنگ، جهيڙي، نفرت، ظلم ۽ خودغرضيءَ سان ڀرجي وئي آهي اهو سڀ ڪجهہ ڇو آهي جڏهن سڀ دنيا جا مذهب هڪڙي خدا هڪڙي ئي انساني برادريءَ جي دعويٰ ڪن ٿا پوءِ بہ گمراهي ڇا لاءِ آهي بيشڪ فطرت جا قانون صحيح آهن غلطي اسان جي اندر ۾ آهي انسان ڏسڻ ۾ اچي ٿو ۽ خدا ڏسڻ ۾ نٿو اچي انسان جي شڪل صورت آهي خدا شڪل ۽ صورت کان آجو آهي مادو نظر اچي ٿو ۽ روح نظر نٿو اچي هو سمنڊ تي غور ڪري جتي مڪان جي وسعت سان گڏ ڦڙا ۽ ڦوڪٽا آهن ڇنڊا ۽ ڇوليون آهن ڪن ۽ گجي، برف ۽ لوڻ آهي هو ڏسي ٿو تہ سمنڊ جي فطرت آهي ڇوليون پيدا ڪرڻ ۽ ڇولين جي فطرت آهي سمنڊ ۾ فنا ٿي وڃڻ هو پاڻ کي ڇوليءَ سان ۽ خدا کي سمنڊ سان تشبيهہ ڏئي ٿو جيڪو تخليق جو سرچشمو آهي اتي منس تخليق جو اصل راز کليو پوي. سمنڊ ڇولين کان الڳ نٿو ٿئي ۽ ڇوليون سمنڊ کان الڳ ڪا بہ حقيقت نٿيون رکن اصل ۾ ٻئي هڪ آهن ٻنهي جي حقيقت هڪ آهي سواءِ سندن ظاهري صورت ۽ مقدار جي هڪ محدود ۽ ڪمتر آهي ۽ ٻيو لامحدود ۽ عظيم آهي. هو اڃان بہ گوڙهو ويچار ڪري ٿو. سمنڊ پاڻي آهي جنهن جي ڪا بہ مقرر ٿيل صورت ڪانهي اهو فقط مڪان جوئي ڪرشمو آهي جو پاڻيءَ کي تلاءُ کوهہ، نهر يا ندي ۾ يا وري گهڙي، مٽ ۽ پيالي جي

صورت ۾ آڻيو ڇڏي انهيءَ ئي سمنڊ جو اهوئي پاڻي جدا جدا شڪليون ونئي ٿو ۽ هر ڪا شڪل ٻيءَ شڪل کان نرالي ٿئي ٿي تنهن هوندي به اهو پاڻي هر ڪنهن شڪل ۾ سمنڊ جي پاڻيءَ واري اصليت رکي ٿو.

شڪلين جي تبديلي جي اهائي حالت هو جر ۽ ڦوٽي ۾ به ڏسي ٿو اهو پاڻي ئي آهي ۽ وري پاڻي ئي ٿيو وڃي. سمنڊ، ڇولي، ڪڪر، ڦوٽو، ڦڙو، برف، ٻاڦ انهن مڙني صورتن جي اصليت هڪ آهي اهي سڀ بنيادي طرح پاڻي آهن اهو ئي اهو وحدت جو پيغام آهي جيڪو انساني ڪثرت کي پنهنجي اصليت ۽ عظمت کان آگاهه ڪندي محبت ۽ مساوات امن ۽ انسانيت جي دعوت ڏئي ٿو.

## تسخير خلق:

اهڙي طرح حضرت جن جي ڪمال جو چرچو پڻ آهستي آهستي عام ٿيڻ لڳو سون جي تعداد ۾ روزانو ڪيئي سائل حاجتمند نهايت عقيدت ۽ احترام سان سندن خدمت ۾ حاضري ڀريندا هئا ۽ منزل ماڻيندا رهندا هئا. پاڻ سائلن کي تعويذ وغيره لکي ڪو نه ڏيندا هئا مگر سندن خدمتگار ڪجهه ڪاغذ وغيره ڪٽي ڪري رکندا هئا جن مان ڪاغذ ٽڪر ڦاڙي ان تي آية ڪريمه "ففرو اِليٰ الله" دم ڪري تعويذ وانگر ويڙهي بند ڪري سائلن کي ڏيندا هئا ۽ جنهن سبب ڪيئي مريض، مرض کان نجات ماڻي شفاياب ٿيندا هئا ۽ هرڪو پنهنجي پنهنجي مطلب آهر مستفيض ٿيندو هيو.

## طريقت جي تعليم ۽ دستور:

حضرت چنيهه عليه الرحمة جن جي سلوڪ جي تعليمات هيئين (٢٢) ٻاوِيهن ذڪر جي سبقن کان علاوه (٣٦) ڇٽيهن مراقبي جي

سبقن تي مشتمل هئي هتي صرف ذڪر ۽ مراقبه جي سبقن جا عنوان ڏجن ٿا باقي هر سبق جي نيت، تصور ۽ هر سبق دوران سالڪ سان پيش ايندڙ ڪيفيت متعلق عرفان جو مسافر جي عنوان سان نسورو نينهن جي ٽين ڪڙي تي مشتمل ڪتابچو ترتيب ڏنو آهي جيڪو سلوڪ جي شائقين لاءِ جلد منظر تي آندو ويندو.

### ذڪر جا قسم:

١. ذڪر قلب دو حلقي
٢. ذڪر حدادي.
٣. ذڪر جبرئيل
۴. ذڪر ابدال
۵. ذڪر يا رب يا روح
٦. ذڪر يا روح الروح
٧. ذڪر ڪشف الارواح
٨. ذڪر ڪشف القبور
٩. ذڪر ڪشف الملڪوت.
١٠. ذڪر ڪشف العرش واستوي
١١. ذڪر انافيه وهوفي
١٢. ذڪر اَنتَ اَنَا- اَنَا اَنتَ
١٣. ذڪر اَنَا هُوَ وَهُوَ اَنَا
١۴. ذڪر هُوَ هُو.
١۵. ذڪر هو.
١٦. ذڪر يَا هوُ.
١٧. ذڪر لاهُو اِلاهُو
١٨. ذڪر النور
١٩. ذڪر الحق
٢٠. ذڪر سرمعاينة
٢١. ذڪر ڪروبين
٢٢. ذڪر فنا وبقا

### مراقبي جا قسم:

١. مراقبه حضوريت
٢. مراقبه موجوديت
٣. مراقبه قربيت
۴. مراقبه معيت
۵. مراقبه احاطت
٦. مراقبه افعال
٧. مراقبه صفات
٨. مراقبه فنا

۹. مراقبه ذات

۱۰. مراقبه سوئي

۱۱. مراقبه شهود

۱۲. مراقبه وجود

۱۳. مراقبه سرادق

۱۴. مراقبه جمال

۱۵. مراقبه مصدر ومرجع

۱۶. مراقبه ارتسام

۱۷. مراقبه امانت

۱۸. مراقبه الشيخ

۱۹. مراقبه مرات

۲۰. مراقبه اشياء

۲۱. مراقبه هويت

۲۲. مراقبه هيبت

۲۳. مراقبه وجهه الله

۲۴. مراقبه خاتم

۲۵. مراقبه عرش

۲۶. مراقبه وري

۲۷. مراقبه محاسبه

۲۸. مراقبه صور واشڪال

۲۹. مراقبه ڪرام

۳۰. مراقبه نزاهت

۳۱. مراقبه خدا

۳۲. مراقبه فردانيت

۳۳. مراقبه صمديت

۳۴. مراقبه عين

۳۵. مراقبه وحدت

۳۶. مراقبه ڪثرت.

**لباس:**

حضرت جن هميشه سر مبارڪ تي عمامو يعني پٽڪو پهريندا هئا جنهن جو رنگ ڪارو هوندو هيو پر اها پڻ روايت ڪئي وئي آهي ته پاڻ ڪڏهن ڪڏهن سفيد رنگ جي دستار پڻ سر تي پهريندا هئا ۽ ڪڏهن ڪڏهن ڪاري رنگ جي صرف ٽوپي پڻ پهريندا هئا. پاڻ ساري زندگي سفيد رنگ جا ڪپڙا پهريائون مگر خواجه حافظ سائين جي وصال کان پوءِ نير جا ٻڌل (يعني بلو رنگ ڪاري مائل) ڪپڙا پهريندا هئا.

## اخلاق:

حضرت جن بهترين خوبين جا مجسما هئا سندن قول ۽ فعل ۾ مطابقت هئي. پاڻ پنهنجي عملي زندگي کي قرآن ۽ سنت جي سانچي ۾ پلٽي ڇڏيائون پاڻ اعليٰ اخلاق جا مالڪ هئا هر ننڍي وڏي سان نهايت شفقت ۽ پيار سان پيش ايندا هئا. سندن نفس تسليم و رضا الهيٰ لاءِ وقف هيو پاڻ خوف خدا کان ڪڏهن ڪڏهن بي اختيار روئي ڏيندا هئا ۽ حضور نبي ڪريمﷺ جن جو اهو فرمان مبارڪ بيان فرمائيندا هئا ته "قسم اهي انهيءَ ذات جو جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان اهي ته جيڪڏهن اوهان کي حقيقت جو علم ٿي وڃي ته اوهين زياده رئو ۽ گهٽ کلو."

## خوراڪ:

حضرت جن هميشه زهد ۽ تقويٰ جي زندگي بسر ڪندا هئا فقر ۽ فاقہ ۾ زندگي گذاريندا هئا. پاڻ هميشه پيٽ ڀري نہ کائيندا هئا ۽ اڪثر مريدن (سالڪن) کي بہ اها هدايت فرمائيندا هئا تہ گهٽ کائو ۽ عبادت مان حظ (مزو) حاصل ڪريو. پاڻ رياضتن ۽ مجاهدن ۾ مصروفيتن جي باوجود هڪ شفيق پيءُ مخلص دوست بهترين شوهر ۽ يتيمن جا يار ۽ پاڙيسرين جي سار لهڻ وارا هوندا هئا. پاڻ اڪثر بغير بستري جي کٽ تي آرام فرمائيندا هئا ۽ يا تہ وري هيٺ ڪجهہ جي تڏي تي مختصر بسترو استعمال فرمائيندا هئا. مطلب تہ سندن ڪردار ڪنهن بہ قسم جي تنقيد ۽ حرف زنيءَ کان مٿانهون هيو پاڻ با اخلاق ڏاڍا سخي ۽ فياض هئا جيڪو بہ سندن خدمت ۾ هڪ ڀيرو حاضر ٿيندو هيو سو سندن پروانو ٿي ويندو هو ۽ جيڪي خليفا سندن خدمت ۾ رهندا هئا سي سندن مٿان قربان ٿيڻ لاءِ ٻين کان اڳ ڪٽي وڃڻ جي ڪوشش

ڪندا هئا. حضرت جن وعدي وفا، فقر، سادگي عدل ۽ انصاف ۾ هڪ مثال ۽ انسانيت جي اعليٰ ترين منزل تي فائز هيا.

## استقامت:

حضرت جن کي پنهنجي معمولات ۾ ڪمال استقامت حاصل هئي. سندن روازنو جا جيڪي به معمولات هئا انهن تي باقاعده پابنديءَ سان عمل فرمائيندا هئا پاڻ ڪڏهن به ساري رات ننڊ نه ڪيائون. ننڊون ڦٽائي رب ذوالجلال کي راضي ڪيائون پاڻ حضور نبي ڪريم ﷺ جي شريعت جو سچو نمونو هئا. سڀ ڪان پهريان ئي پاڻ اسلامي اصولن جي پابندي ڪندا هئا ۽ پوءِ ٻين کي انهن جي تعليم ۽ تلقين ڪندا هئا.

## پاڙي سان سلوڪ:

حضرت جن کي سندن ڪنهن پاڙيسريءَ يا ڪنهن ڳوناٺي جي بيماريءَ جو علم ٿيندو هو ته پاڻ پنهنجون سڀ مصروفيتون ترڪ ڪري انهن جي عيادت فرمائيندا هئا.

## تقويٰ جو مثال:

حضرت قبله ميان حاجي الهيٰ بخش قدس سره جن فرمايو ته "حضرت جن پنهنجي هڪ مريد صادق وٽ تشريف فرما ٿيا سندن مريدن سندن لاءِ هڪ اعليٰ قسم جو بسترو لڳايو. پاڻ جڏهن بستري کي ڏٺائون ته بستري کي مخاطب ڪندي فرمايائون ته، "اي برائيءَ جي جڳهه! قسم آ انهيءَ پروردگار جو جنهن جي قبضي قدرت ۾ منهنجي جان آهي ته مان ته توکي هڪ گهڙيءَ لاءِ به پسند نه ڪيو اهي. تون ئي ته خداوند ڪريم جي عبادتن ۽ مشقتن جي راهه ۾ رڪاوٽ آهين.

پاڻ حضرت جن صاف بستري کي ڏسندي دُعا فرمايائون تہ ”يا رب العلمين اسان جي اندر کي بہ پاڪ وصاف فرماءِ ۽ اسان کي اهل تقويٰ جي زمري ۾ داخل فرماءِ.“ (آمين).

پاڻ حضرت جن اُن موقعي تي فرمايو تہ ”تقويٰ جي حقيقت کان پاڻ کي واقف رکو ۽ تقويٰ کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو ڇاڪاڻ تہ قرآن ڪريم ۾ ئي ارشاد آهي تہ الله تعاليٰ متقي ماڻهن جي ئي عبادت قبول فرمائي ٿو. اتي حاضر جماعت مان هڪ شخص حضرت جن کان سوال ڪيو تہ قبلہ سائين جن جو تقويٰ مان ڇا مقصد آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ ”هر انهيءَ ڪم کان پرهيز ڪريو جنهن سان دين کي نقصان پهچڻ جو ڪو خوف هجي هر خلافِ شريعت ڪم جي پرهيز ڪرڻ واري کي ئي اسين متقي چئي سگهون ٿا ۽ نفس کي گناهن کان روڪيو وڃي ۽ هر طرح جي فضول طعام ۽ فضول ڪلام کان دور رکيو وڃي اهڙي ريت عمل ڪرڻ سان بدن جا ظاهري جملي عضوا ۽ باطني عضوا تقويٰ جي رنگ سان رنگجي وڃن ٿا ۽ بدن جي جملي جزن ۾ تقويٰ پيدا ٿئي ٿي نفس ۾ صفات جميلہ پيدا ٿيڻ لڳن ٿيون جهڙي طرح نفس اماره مان لوامہ ۽ لوامہ مان ملهمہ ۽ ملهمہ مان صفات مطمئنہ پيدا ٿين ٿيون.“

## علم لدني:

حضرت جن ظاهري طور ڪنهن بہ مولوي مفتي يا عالم کان علم حاصل نہ ڪيو البتہ جيڪو پنهنجي محلي جي مولوي کان ناظران قرآن مجيد ۽ ڪجهہ فارسي پڙهيائون تنهن هوندي بہ پاڻ علم لدنيءَ سان ايتريقدر تہ مالامال هيا جو سندن بيان ٻڌندي وڏي کان وڏا مفتي ۽ عالم بہ دنگ رهجي ويندا هئا.

نگار من کہ بہ مکتب نہ رفت و خط نہ نوشت
بہ غمزه مسئلہ آموز صد مدرس شد

**ترجمو:** منهنجو محبوب نہ ڪنهن مدرسي ۾ مڪتب ۾ ويو نہ لکڻ جي مشق ڪيائين مگر پنهنجي معشوقانہ اکين جي اشاري سان سئو مدرسن جي استادن جو استاد ٿيو.

اهو اشارو آهي حضور نبي ڪريم جن طرف جو پاڻ ڪريم ڪنهن وٽان پڙهڻ لکڻ نہ سکيا مگر خداوند ڪريم سندن مقام ايڏو بلند ڪيو جو خاتم الانبياء بڻيا ۽ ٻين مذهبن جا عالم ۽ فلاسافر سندن خدمت ۾ وفدن جي صورت ۾ جڏهن حاضر ٿيندا هيا تہ ٿوري گفتگو ڪان پوءِ سندن علم ۽ ڪمال جو اندازو لڳائي سرجهڪائي ايمان آڻيندا هيا. اهڙي طرح سندن امت جا ڪيترائي اولياءِ ڪرام ٿي گذريا آهن جن ظاهري تعليم حاصل نہ ڪئي مگر سندن بيان مان لدني ڪمال ظاهر ٿئي ٿو. جيئن حضرت ابوالحسن خرقاني جن جو مثال آهي تہ سندن مريد کين چيو تہ مون کي اجازت ڏيو تہ مان علم حاصل ڪريان پڇيائونس تہ اتي ڪهڙو علم حاصل ڪرڻ گهرين ٿو عرض ڪيائين تہ "مان علم حديث حاصل ڪرڻ چاهيان ٿو" اهو ٻڌي حڪم ڪيائونس تہ "بازار مان ڪو حديث جو ڪتاب وٺي اچ".

مريد بازار مان حديث جو هڪ ڪتاب وٺي آيو فرمايائونس تہ پڙهہ هن پڙهڻ شروع ڪيو هڪ حديث پڙهيائين حضرت خرقاني فرمايو تہ اها حديث ياد رکڻ گهرجي ڇاڪاڻ تہ اها حديث صحيح آهي ۽ هن جي معنيٰ ۽ مطلب هي آهي. هاڻي ٻي حديث پڙهہ هن ٻي حديث پڙهي پاڻ فرمايائون تہ هن جو پهريون حصو نبي ڪريم ﷺ جن جو آهي ۽ آخري حصي ۾ حضور ﷺ جن جا الفاظ نہ آهن انهن کي ڇڏي ڏي اهڙي طرح هن ٽين حديث پڙهي تہ هن کي چيائون تہ اڳتي پڙهہ هي حديث صحيح نہ آهي ان کي نظر انداز ڪري ڇڏ اهڙي طرح پڙهائيندي هن کي ٿورن ڏينهن اندر ڪتاب ختم ڪرايائون. ڪنهن ماڻهو حضرت

خرقاني جن کان پڇيو ته اوهان عربي ته خير ان ڪري ڄاڻو ٿا شايد جو اوهان عربن سان گهڻو وقت گذاريو آهي مگر اوهان ته امي (اڻ پڙهيل) آهيو اوهان کي اهو ڪيئن معلوم ٿيو ته پهرين حديث صحيح آهي ٻيءَ جو اڌ صحيح ۽ ٽين حديث بلڪل غلط آهي پاڻ جواب ڏنائون ته جڏهن حديث پڙهي وئي ته مون کي حضور ﷺ جن جو چهرو مبارڪ نظر آيو جيڪو حديث پڙهڻ وقت هشاش بشاش نظر آيو تنهن مان مون سمجهيو ته هي حضور ﷺ جن جي ئي حديث آهي ٻي حديث جي ابتداعي حصي پڙهڻ وقت سندن چهرو هشاش بشاش رهيو مگر پوئين حصي پڙهڻ وقت سندن منهن مبارڪ ۾ گهنج پيو تنهن مان مون سمجهيو ته هن حديث جو آخري حصو سندن نه آهي اهڙي طرح ٽين حديث پڙهڻ وقت اول کان آخرتائين سندن منهن مبارڪ ۾ گهنج هيو ان مان معلوم ڪيم هي حديث بلڪل سندن بيان ڪيل نه آهي. اهو آهي باطني علم جنهن کي علم لدني به چيو وڃي ٿو.

## لقاءِ مصطفوي ﷺ سان بهرور ٿيڻ:

حضرت جن تي وارداتِ الهيہ جو ڪثرت سان نزول رهيو پاڻ خواب ۾ سرڪار مدينہ ﷺ جن جي نوراني لقاء سان پڻ مشرف ٿيا جنهن جو پاڻ ذڪر ڪندي رمايائون تہ ”جڏهن اسان سرڪار جي لقاء سان مشرف ٿيا سون تہ دل اندران بيخوديءَ ۾ سائين ڪريمن ﷺ جي حضور ۾ هن طرح سلام عرض ڪرڻ جا الفاظ زبان تي آيا جيڪي پاڻ نبي ڪريم ﷺ جن پسند فرمايا ۽ مسرت ڪان سندن چهرو مهڪي پيو. الفاظ مبارڪ هي آهن:

ياسيدي يا رسول الله- يا جوهر الكون ومرأة ظهوره يا شمس الوجود ومشكواة نوره هذهِ الصلوٰة من روحک الطاهرة استلهمت معانيها والیٰ رحاب اعتابکَ العاطرة اهديها قاصداً وجه الله والسلام عليک ايها النبي ورحمة الله يا غيث الهامع ونوراللامع.

**ترجمو:** منهنجا سردار اي الله جا رسول، اي عالم وجود جا جوهر ۽ ڪائنات جي ظهور جا آئينا اي عالم موجودات جا سج ۽ نور جا طاق درود شريف جي هنن صيغن جي معنيٰ توهان جي روح پاڪ جي طرفان ئي منهنجي دل ۾ وڌي وئي ۽ انهيءَ ڪي الله تعاليٰ جي رضا جو ئي جي لاءِ ٿي توهان جي معطر دهليز تہ پيش ڪريان ٿو ۽ توهان تي سلام هجي اي نبي ۽ الله جي رحمت اي غيث هامع ۽ نورِلامع.

پاڻ پنهنجي مريدن ڪي روزانو عشا نماز ڪان پوءِ ٢١ ڀيرا مٿيون درود شريف پڙهڻ جو تاڪيد فرمائيندا هيا.

### طالبن ڪي پرکڻ:

حضرت جن ڪي سلوڪ جي طالبن جي اهليت ۽ صلاحيت پرکڻ

۾ انتهائي ڪمال حاصل ڪيو جيڪو خلق جي ارشاد لاءِ مامور مسند تي وهڻ لاءِ تمام ضروري آهي ڇاڪاڻ ته ڪجهه دنيا جو حرص ۽ لالچ رکندڙ به خانقاهن جو رخ ڪندا آهن.

اهڙن مڪارن کي سڃاڻڻ لاءِ فراست ۽ استعداد جو هجڻ ضروري آهي جيئن خانقاهه ۾ تربيت لاءِ ترسيل درويشن کي گمراهيءَ يا ڪنهن منافقت ۽ ڏوکي کان بچائي سگهجي.

الله جا نيڪ ٻانها جيڪي پنهنجي باطن کي پاڪ روشن ۽ موجودات موسوي الله کان خالي رکن ٿا ۽ پنهنجي روح جي روشنائي کي بصيرت مطلق ۾ فنا ڪن ٿا اهي هر شيءِ کي بصيرت جي نور سان ڏسن ٿا جيئن نبي ڪريمﷺ جن فرمايو ته ”ڊڄو مومن جي فراست کان جو هو خدا جي نور سان ڏسي ٿو“ حضرت عثمان غنيؓ رضه جن جي خدمت ۾ هڪ شخص حاضري ڀرڻ لاءِ روانو ٿيو رستي ۾ ڪنهن غير عورت تي نظر پيس جڏهن حضرت عثمان رضه جي دربار ۾ حاضر ٿيو ته حضرت عثمان“ جن کيس فرمايو ته ”زناڪار جو هتي ڪهڙو ڪم آهي“ هن حيرت مان پڇيو ته ”ڇا حضور ﷺ جن جي رحلت کان پوءِ به وحي جاري آهي“ حضرت عثمان رضه جن فرمايو نه! مگر مومن جي فراست باقي آهي. اهڙي طرح حضرت جن فرمايو ته ”اسان جي باطني نظر فوراً ڪوڙي ۽ سچي سالڪ کي اهڙي طرح پرکي وٺي ٿي جهڙي طرح سونارو سون کي پرکي.“

## رحمدلي:

حضرت جن جي شفقت ۽ رحمدلي ايتريقدر هئي جو هڪ ڀيري ڪهڙا ۽ پرپاسي ۾ قحط سالي ٿي پئي ماڻهو فقر وفاقي ۾ گذارڻ لڳا مگر ڀاڻ اناج هوندي به ڪيترا ڏينهن ڪاڏو نه ڪاڏائون جڏهن سندن

اڳيان ڪاڏو آندو ويندو هيو تہ ”پاڻ فرمائيندا هيا تہ اها ڳالهہ انصاف کان ٻاهر آهي جو هڪڙو شخص بک کان بي حال تڙپندو رهي ۽ اسان ڪاڌا ڪائون“ پوءِ جو ڪجهہ حاضر هوندو هيو اهو سڀ پاڙيسرين ۽ غريبن کي ڏياري موڪليندا هيا ۽ پاڻ قوتِ روحاني سبب جيڪا **اَبِيتُ عِندَ رَبِي** جي ميراث آهي وقت گذاريندا هيا.

## تحمل ۽ بردباري:

سندن تحمل ۽ بردباري متعلق هڪ مشهور واقعو آهي تہ سندن پاڙي ۾ رهندڙ هڪ آواره شخص جيڪو مختلف قسم جي عادي ڏوهن ۾ مبتلا هيو ان کي ڪنهن حرڪت سبب حضرت جن جي وڏي فرزند شهر جي ڪوتوال کي چئي قيد ڪرايو جيڪا حضرت جن کي خبر پهتي تہ پاڻ ڏاڍو ناراض ٿيا سندن فرزند کين عرض ڪيو تہ هو شخص نهايت شرير ۽ فاسق آهي هن جون شرارتون برداشت جي حد کان گذري چڪيون آهن پاڙي جا سڀ ماڻهو سندس حرڪتن کان تنگ اچي چڪا آهن. پاڻ فرمايائون افسوس آهي جو توهان ماڻهو پاڻ کي نيڪ صالح ۽ پاڪ صاف سمجهو ٿا ۽ اهو اوهان کي برو نظر اچي ٿو ليڪن مان تہ پاڻ کي هن کان بهتر نٿو سمجهان تہ پوءِ هن جي برائي کي ڪهڙي طرح بيان ڪريان ائين فرمائيندي ان شخص کي قيد مان آزاد ڪرايائون اهو شخص سندن شفقت جي برڪت سبب نيڪ ۽ صالح بڻجي ويو.

## سماع:

حضرت جن سلسلي چشتيہ سان وابستگي هجڻ باوجود قوالي يا صوفياڻو راڳ ورنگ ٻڌڻ نہ فرمائيندا هيا. ڪائنءَ جڏهن سماء متعلق

پڇيو ويو ته پاڻ فرمايائون ته "ڪامل کي سماع جو ذوق نه ٿو رهي ليڪن اهو ڪامل جنهن کي عشق جي انتها واري آفت لڳي چڪي هجي ۽ هن ٽڌو ڪري ڇڏيو هجيس يعني وصال هن جي عادت بڻجي چڪو هجي پاڻ فرمايائو ته اسان جي بزرگان چشتيه جي تعليمات آهي ته سماع دوران حالت محمود رهي يعني بي خود نه هجي دوران سماع پنهنجي قول فعل ۽ هه عمل کان باخبر هجي ها جيڪڏهن ان تي ڪا ڪيفيت يا حال طاري ٿي وڃي ٿو ته ان ۾ ڪو عيب نه آهي ۽ ان دوران جيڪو به فعل صادر ٿئي ته ان کان منع به نه ٿي ڪري سگهجي سماع جي حالت ۾ ڪڏهن بيهوشي به طاري ٿي سگهي ٿي ليڪن اها حالت محمود نه آهي سماع جو مقصد جمع ۽ دل کي هڪ شيءِ تي آڻڻ آهي ۽ باقي سيني شين کان دل کي خالي ڪرڻ آهي سماع دوران بي خودي حالت محمود جي خلاف آهي.

ان موقعي تي پاڻ هي شعر پڙهيائون:

بفراغِ دل زمانے نظرے به خوب روئے
به ازانکه چترِ شاهي همه عمر وهائے وهوئے

**ترجمو:** فارغ دل سان جيڪڏهن محبوب جي ماهه رخ تي هڪ گهڙي نظر نصيب ٿي پوي ته شاهي تخت وتاج کان ڪيترا ڀيرا بهتري آهي.

## پنجاب جو سفر

حضرت جن پنهنجي پوري زندگي ۾ هڪ ڀيرو پنجاب صوبي سفر فرمايائون سندن هي سفر تقريباً ٽن مهينن تي مشتمل رهيو هن سفر دوران پاڻ ڪافي اهل مزار بزرگن تي حاضري ڀريائون ان کان علاوه الله جي ڪجهه نيڪ ٻانهن جي خدمت ۾ حاضر ٿي سائڻ روح رهاڻ خاطر قيام فرمايائون هن سفر دوران سندن خاص قيام جهنگ

ضلعي جي ڳوٺ پير ڪوٽ ۾ حضرت عبدالله شاهه قادري جن وٽ ٽيو
جيڪي سندن دوستن مان هيا مگر حضرت جن سندن آلِ رسول ۽ محبوب
سبحاني جي اولاد هجڻ واري نسبت ڪري خاص خيال ۽ احترام ڪندا
هُيا. جيئن ته هنن بزرگن سان سندن پهرين ملاقات ۱۱۴۱هه ۾ بزرگن
جي سنڌ آمد جي موقعي تي شاهه درازا ۾ ٿي حتي حضرت جن هنن
بزرگن کي کهڙا شريف اچڻ جي دعوت پيش ڪئي .جيڪا هنن بزرگن
انتهائي خوشيءَ مان قبول ڪئي ۽ کهڙا شريف تشريف فرما ٿيا جتي هنن
بزرگن ٽي ڏينهن ٽي راتيون قيام فرمايائون جنهن کان بعد حضرت جن
کي بزرگن فرمايو ته قبله اگر خوشيءَ سان اجازت ملي ته اسان واپس
وڃڻ جو ارادو رکون ٿا.” بزرگن جي اهڙي عاجزيءَ ڪسر نفسيءَ
واري اظهار تي حضرت جن فرمايو ته ڇو گنهگار ٿيا ڪريو هي فقير ته
اوهان جي درجو ٻانهڙو آهي. پوءِ حضرت جن نهايت خلوص ۽ احترام
مان هنن بزرگن کي رخصت فرمايو.

## سندن احباب:

حضرت جن جي پنجاب صوبي جي سفر دوران ٻيو قيام پير
سيد صدرالدين قادري نوشاهي (رحمة الله عليه) جن وٽ بهاولپور ۾ ٿيو
حضرت جن جا هنن بزرگن سان تمام قريبي تعلقات هيا. جيئن ته هي
بزرگ عمر جي لحاظ کان پڻ ڪافي ننڍا هئا ان ڪري هي بزرگ
حضرت جن جو نهايت احترام ڪندا هئا ۽ حضرت جن سان عقيدت جو
اظهار ڪندا هئا مگر حضرت جن موٽ ۾ ساڻن نهايت شفقت سان پيش
ايندا هئا. هنن بزرگن تي حضرت جن جو ڏاڍو راض هيو ۽ حضرت جن
هنن بزرگن کي تصوف جي اهم رمزن ۽ اسرارن کان واقف فرمايائون ۽
طريقت واري راهه ۾ سندن هر قدم تي رهنمائي فرمايائون ۽ حضرت

جن کين فرمايو تہ توهان جي امانتِ ولايت حضرت خواجہ عبدالغفور جالندهري (رحمة الله عليه) جن وٽ آهي هاڻي وقت آهي تہ توهان جلد ئي انهن بزرگن ڏانهن رجوع ڪريو ۽ پنهنجي امانت حاصل ڪريو خلقِ خدا اوهان جي هدايت لاءِ منتظر آهي ۽ پاڻ کين اهو بہ فرمايائون تہ "توهان جو مسڪن بهاولپور آهي هي بزرگ ڪهڙا بہ حضرت جن وٽ تشريف فرما ٿيا سندن مزار بهاولپور ۾ آهي.

## سندن عنايتون:

١. حضرت جن جي خدمت عالي ۾ هونئن تہ روزانو سون جي تعداد ۾ حاجتمند ايندا هئا ۽ پاڻ خلقِ خدا جون حاجتون خداوند ڪريم جي ڪمال فيض وڪرم سان حل ڪرڻ لاءِ ڏٽي در ٻاجھ پريا هتڙا ڪٽي عرض ڪندا هئا ۽ خداوند ڪريم سندن هتڙا ڪڏهن بہ خالي نہ موٽائيندو هيو ۽ ڏٽي تعاليٰ سائلن جون حاجتون روا فرمائيندو هيو ليڪن سندن خدمت مان جن خاص توجہ ۽ قرب حاصل ڪندي مقصد ماڻيو ۽ مستفيض ٿيا انهن ۾ سيد امان الله شاھ المشهور سلطان هاٽي وان قادري رحمة الله عليه جن قابل ذڪر اهن هن بزرگن جو تعلق (جهنگ) صوبي پنجاب سان آهي هي بزرگ حضرت جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيا پاڻ بزرگن کي پري کان ڏسندي ئي جملي حاضرين مجلس کي مخاطب ٿيندي فرمايائون تہ "اڄ اسان تي خدا جو خاص ڪرم ٿيو اهي جو نبي ڪريمﷺ جا ٻچڙا ڪافي دور کان ڪشالا ڪاٽي هن ٻانهڙي کي رنگ لائڻ ۽ پنهنجي ميزبانيءَ جي شرف سان بخشڻ آيا آهن اٿو سندن استقبال ڪريو" پاڻ بہ چند قدم اڳتي وڃي سيد زادي سان گلي مليا ۽ نهايت احترام سان پنهنجي آستاني تي کين وٺي آيا اهي بزرگ سندن خدمت ۾ هڪ هفتو رهيا ۽ آخري ڏينهن جنهن ڏينهن

ڳن رخصت جو ارادو ڪيو ان ڏينهن حضرت جن هنن بزرگن جي مان ۾ هڪ دعوت جو اهتمام ڪيو جنهن ۾ ڪجهه مريدين ۽ جملي خليفا حاضر ٿيا ان موقعي تي پاڻ بزرگن ڪي پنهنجي چادر مبارڪ سندن مٿان رکندي فرمايائون تہ جيڪو ڪجهہ اسان جو حال هيو اسان حاضر ڪيو.

٢. ميان عطاءُ الله جن فرمايو تہ پنجاب جي ککر قوم جي تمام گهڻن ماڻهن ڪانئن هدايت هاصل ڪئي جيئن تہ هڪ ڀيري پاڻ انهيءَ قوم سان تعلق رکندڙ مريدن وٽ تشريف فرما ٿيا تہ سندن آمد ۽ بزرگي جو ٻڌي اتان جي درويش سيد عبدالڪريم عرف پير ڀهاوڻ شاھ سندن خدمت ۾ حاضر ٿي ساڻن ملاقات ڪئي ۽ تصوف تي ڪليل بحث ڪيو جنهن جي موٽ ۾ حضرت جن اهڙا تہ عميق رموز ۽ اسرار بيان فرمايا جو حضرت ڀهاوڻ شاھ سان آيل ساٿي حضرت جن جي حلقي ارادت ۾ داخل ٿيا ۽ حضرت ڀهاوڻ شاھ پڻ بيعت ڪرڻ تي اسرار ڪيو مگر پاڻ ڪانئن ڀهرين بيعت معلوم ڪرڻ بعد فرمايائون تہ اوهان پنهنجي والد گرامي سيد شاھ بلاق قادري سان ربط قائم رکو. حضرت ڀهاوڻ شاھ جي عقيدت ۽ ارادت ڪان حضرت جن ڏاڍو متاثر هيا ڪين نهايت قدر جي نگاھ سان ڏسندا هيا ۽ اڪثر سندن مريدن مان ڪانئن جيڪو بہ پنجاب جي سفر جي اجازت گهرندو هيو ان ڪي ڀهاوڻ شاھ جي خدمت ۾ وڃڻ جو ضرور تاڪيد ڪندا هيا ۽ تحفہ تحائف بہ موڪليندا هيا.

قبلہ گاھ ميان الهي بخش رح جن ڪرم آباد جي مرحوم دين محمد اڄڻ جي حوالي سان بيان فرمايو تہ دين محمد ڀهاوڻ شاھ جي موجوده گادي نشين جي خدمت ۾ ويو ۽ بيعت جي درخواست ڪيائين مگر هن ڪانئس احوال معلوم ڪرڻ ڪان پوءِ فرمايو تہ اسان

چنيهه جي قوم سان تعلق رکڻ واري کي مريد کين کنداسين ڇاڪاڻ ته اهي اسان جي لاءِ احترام جي قابل آهن." مرحوم دين محمد ٻڍايو ته ککر قوم کي آخر حضرت جن مسافت جي دوريءَ سبب پير بهاوڻ شاهه جي حوالي فرمايو سندن مزار ميرپور چونگا ۾ آهي ۽ سندن والد شاهه بلاق جي مزار لاهور ۾ ميوو اسپتال اندر آهي.

## ڪرامتن جو بيان

ڪرامتون به پيغمبرن جائي معجزا آهن ڇاڪاڻ ته جهڙي طرح پيغمبرن جا معجزا دين جي تقويت ۽ ترويج لاءِ هوندا آهن اهڙي طرح اولياء الله جون ڪرامتون به ساڳئي ئي دين جي ڦهلاءَ جي مقصد خاطر هونديون آهن ۽ ڪرامتن مان اولياءَ الله جو مقصد دنيا جي ڪا به نمائش يا شهرت حاصل ڪرڻ نه هوندو اهي مگر تنهن هوندي به اڪثر اولياء ڪرام عمر جي آخر ۾ ڪرامتن جي ظهور تي بارگاهه خداوندي ۾ ندامت جو اظهار ڪري چڪا آهن ڪن بزرگن اهو پڻ فرمايو آهي ته:

"انبياء جي لاءِ ڏکيو مرحلو اهو هيو جو سندن وحي رڪجي ويندي هئي ۽ اولياءَ الله جي لاءِ ڏکيو مرحلو اهو آهي جو ڪانئن ڪا ڪرامت ظاهر ٿي پئي ۽ مسلمانن لاءِ ڏکيو مرحلو اهو آهي جو عبادت ۾ گهٽتائي اچي وڃي."

طريقت جي رهبر منهنجي هادي ۽ مرشد حضرت امام مجددو منور الف ثاني رحمة الله عليه جن جو ارشاد فيض ترجمان آهي ته:

"صاحب ارشاد لاءِ جيڪا ڪرامت ضروري آهي اها هي اهي ته اهو مريدن کي هڪ خلق کان ٻيءَ خلق طرف هڪ حال کان ٻي حال جي طرف کٽي وڃي ٿو ۽ سعادتمند مريد هر روز پنهنجي پير کان

ڪرامتون ڏسي ٿو ڇو جو اهو پنهنجي اندر ۾ پنهنجي پير جي تصرف ڪي ڏسي ٿو ۽ اولياء تي لازم ناهي تہ اهي ٻين جي لاءِ ڪرامتن جو اظهار ڪن ڇاڪاڻ تہ ولايت جو معاملو پوشيده رکڻ ۾ ئي مناسب آهي."
(مڪتوبات امام رباني -104/1)

معجزو اهو آهي جو انساني عقل کي بيوس بڻائي ڇڏي. جنهن کي خوارق عادات بہ چيو ويندو آهي اهي خوارق عادات جڏهن ڪنهن نبيءَ کان ظاهر ٿين تہ ان کي معجزو چئبو آهي ۽ جيڪڏهن ڪنهن اهڙي خدا جي ٻانهي کان جنهن کي الله تعاليٰ ولايت جي مرتبي تي فائز ڪيو هجي خدا جي حڪم ۽ سندس ارادي کان سواءِ ظاهر ٿين تہ ان کي ڪرامت چئبو آهي. اولياءَ الله کان ڪرامت ان وقت ظاهر ٿيندي آهي. جڏهن ڏسڻ وارن کي توحيد ۽ هدايت جي طرف متوجہ ڪرڻ مقصود هوندو آهي. ولين جي ڪرامت نبين جي معجزن جي علامت آهي ممڪن آهي تہ ڪنهن ولي کان اهڙي ڪرامت ظاهر ٿئي جيڪا وقت جي نبيءَ کان معجزي طور بہ ظاهر نہ ٿي هجي تہ اها ان ولي جي فضيلت ۽ برتريءَ جي علامت نہ آهي اهو خوارق عادت ۽ ڪمال معجزي طور ڪنهن نبيءَ کان ظاهر نہ بہ ٿي سگهيو مگر ولي کان ان جو ظاهر ٿيڻ نبيءَ جي پيرويءَ سان ٿيو آهي. اها تابعداري ان جو اصل ۽ بنياد آهي تابع هميشه پنهنجي متبوع ۽ فرع هميشه پنهنجي اصل کان گهٽ درجي جو هوندو آهي هاڻي اهي ڪمالات جن جو مظهر پيرويءَ جي بنياد تي ظاهر ٿيو اهي ڪٿي ڪيڏي رتبي وارا ڇو نہ هجن پنهنجي اصل ۽ متبوع کان هر طرح گهٽ هوندا يعني وقت جي نبي کان بہ اهو ڪمال ظاهر ٿي سگهيو ٿي ليڪن واقعي جي مناسبت ۽ وقت جي ضرورت پيش نہ آئي انهيءَ ڪري ان کان ظاهر نہ ٿي سگهيو اهو ئي سبب آهي جو اولياء الله هميشه پنهنجي ڪرامتن کي لڪائيندا آهن ۽ نمائش ۽ ناموس خاطر

ظاهر نہ ڪندا آهن.

اها وضاحت ڪرڻ ضروري آهي تہ ڪي غير مسلم رياضتن ڪرڻ وارا خوارق عادات حاصل ڪرڻ لاءِ محنتون ۽ مجاهدا اختيار ڪن ٿا ۽ جڏهن ڪا ملڪي خوارق عادات ڪين حاصل ٿئي ٿي تہ ان ڪي معرفت جو ذريعو بنائڻ بجاءِ پنهنجو ذاتي ڪمال تصور ڪري جا بجا انهن جي نمائش ۽ نمود ۾ لڳي وڃن ٿا اهو استدراج آهي. استدراج جي اصطلاحي ۽ لغوي معنيٰ آهي نااهليت جي باوجود ڪنهن وڏي رتبي جي دعويٰ ۽ اظهار ڪرڻ اسان جي نظر ۾ ڪافر ۽ مومن جي ڪا پابندي ڪانهي جيڪڏهن ڪوئي مسلمان بہ پنهنجي مرتبن ڪان هٽي ڪنهن ڪرامت جي دعويٰ ڪندو تہ اهو مستدرج هوندو استدراج شريعت اسلام ڪان درجي بدرجي گمراهيءَ جي طرف وڃڻ ڪي چيو وڃي ٿو مستدرج پنهنجي ڪمالن جي ذريعي قرب خداوندي حاصل ڪرڻ بجاءِ دولت هٿ ڪرڻ، نفسانيت ۽ وڏائيءَ ۾ مبتلا ٿي وڃي ٿو جيڪو خدا ڪان دور ٿي ذلت ۾ ڪري ٿو.

### حضرت جن جي ڪجهہ ڪرامتن جو ذڪر ڪريون ٿا:

١. حضرت ميان عطاءُ الله رحمة الله عليه جن ڪان روايت آهي تہ حضرت جن جي صادق مريدن مان هڪ شخص هڪ دفعي سفر ۾ ويو. سفر دوران رات جي وقت هي قافلي ڪان ڀٽڪي ويو آخر هن ڪي رستو هٿ نہ پي آيو ڏاڍو پريشان ٿيو مجبور ٿي ڪا واهہ نہ ڏسندي صبر ڪري هڪ هنڌ ويهي رهيو دُعائون گهرڻ لڳو تہ الهيٰ مدد فرماءِ حضرت جن ڪي ڏاڍا سڏ ڪرڻ لڳو. ائين ڪندي هن ڪي پري ڪجهہ روشني نظر آئي هن ان روشنيءَ طرف رُخ ڪيو. اتي وڃي ڏسي تہ هڪ مسجد آ صبح نماز جي لاءِ جماعت تيار آهي. صرف امام جو انتظار

اٿن هن بہ وضو ڪري نماز باجماعت ادا ڪرڻ جو ارادو ڪيو ۽ وضو پورو مس ڪيائين تہ هڪ سفيد ڪپڙن ۾ نقاب سان هڪ بزرگ سڌو مصلي تي اچي بيٺو هي بہ جماعت سان اچي بيٺو نماز کان فارغ ٿي بزرگ دُعا گهرندي ئي جلدي ٻاهر وڃڻ لڳا تہ هن تڪڙ ۾ وڃي ڪيئ عرض ڪيو قبلہ مان مسافر آهيان قافلي کان ڇڪجي ويو آهيان رهنمائي ڪيو. بزرگن فرمايس تہ صبر ڪري منهنجي پٺيان اچ. چند قدم بزرگن جي پويان مس هليو تہ قافلو سامهون نظر آيس پاڻ فرمايائون اِهو آهي تنهنجو قافلو اتي ان شخص عرض ڪيو قبلہ گستاخي معاف ٿئي توهان جو اسم شريف بزرگن چيس نٿو سڃاڻين نقاب مٿي ڪيائون ڏسي تہ (حضرتِ جن) منهنجا مرشد ائين مرشدن کي ڏسندي پيرن تي ڪرڻ واري ڪيائين تہ بزرگ نظرن کان غائب ٿي ويا هي قافلي سان وڃي گڏيو.

٢. سندن ڪرامتن مان هي واقعو تمام گهڻو مشهور آهي تہ هڪ دفعي عيد نماز جو موقعو هيو ڪافي خلق موجود هئي نماز تيار هئي ايتري جماعت ۾ پهرين صف ۾ حضرت جن جي ير ۾ ويٺل هڪ شخص کي قضا حاجت جو خيال ٿيو جنهن سبب پريشان پاسا ورائي رهيو هيو ايتري ساري جماعت مان گذري ٻاهر نڪرڻ ئي مسئلو هيو. اڃان هو ان پريشانيءَ ۾ نڪرڻ جو سوچي رهيو هيو تہ حضرت جن هن طرف هڪ نگاهہ فرمائي ۽ پنهنجي چادر مبارڪ هن جي مٿان اڇلايائون جيڪو ساري جماعت اکين سان ڏٺو. چادر پنهنجي مٿان پوڻ سان هن شخص ڏٺو تہ هو هڪ جهنگ ۾ بيٺو آهي ۽ پاڻيءَ جي بلڪل ڪناري تي ڇيائين تہ پلا قضا حاجت جو خيال تہ پورو ڪري وٺان. هن خيال پورو ڪندي وضو وغيره ڪري اڃان فارغ ٿيو ئي تہ حضرت جن هن جي ڪلهن تان چادر مبارڪ کڻي ورتي جنهن کان پوءِ هن شخص ڏٺو

تہ هو تہ اتي ئي اڳين صف ۾ نماز ۾ موجود آهي مگر قضا حاجت جو خيال بہ دفع ٿي چڪو هيس. اها هئي حضرت جن جي بصيرت جو ويني ويني پاڻ هر جماعتيءَ جي دلين جي رازن کان ۽ سندن مٿان گذرندڙ حالت کان بہ واقف هئا ۽ سندن رهنمائي بہ فرمائي رهيا هئا جنهن متعلق ارشاد نبوي آهي تہ "مومن جي فراست کان ڊڄو"

٣. فقير ميان علي محمد صاحب جن کان روايت آهي تہ مان پنهنجي بزرگن کان ٻڌو تہ "حضرت جن هڪ ڀيري پنهنجي زمين تي تشريف فرما هيا تہ سندن خدمت ۾ هڪ عورت حاضر ٿي عورت جي هڪ بيمار ٻار زندگيءَ ۽ موت جي ڪشمڪش ۾ جيڪو آخري ساهہ کڻي رهيو هيو ڪڇ تي هيو جيڪو حضرت جن جي اڳيان سمهاريندي ۽ روئيندي عرض ڪرڻ لڳي تہ قبلہ مون سالن کان الله جي در عرض ڪيا هئا سوال پنيا هئا پيرن فقيرن تي دُعائون گهريون هيون جنهن کان پوءِ سڪي سڪي مون کي الله تبارڪ وتعاليٰ هي هڪ ٻچڙو عطا فرمايو جيڪو هنيئر ان حالت ۾ آهي جو سندس بچڻ جي ڪا اُميد نظر ڪا نہ ٿي اچي. حڪيمن لاعلاج ڪري ڇڏيو آهي مون کي اوهان کان سواءِ ٻي ڪا بہ واهہ نظر ڪا نہ ٿي اچي مون کي منهنجو ٻچڙو چاڪ ڪري ڏيو ڏٿيءَ در دُعا گهرو. مائي اٿين چئي بہ رهي هئي ۽ زار وقطار روئي بہ رهي هئي.

حضرت جن ڪجهہ وقت تہ خاموش نظرون هيٺ جهڪايو اهو سڀ ڪجهہ ٻڌندا رهيا. ڪجهہ وقت گذرڻ کان پوءِ فرمايائون تہ مائي جياتي تہ الله جي هٿ ۾ آهي ٻانهي کي ڇا طاقت آهي خدا جي رضا تي راضي رهڻ گهرجي. خدا ڪندو تہ توکي ٻيو ٻچڙو عطا ٿيندو مگر مائي پنهنجي ضد تي تہ اگر منهنجي پٽ جي حياتي هجي ها تہ پوءِ تہ هو اٿين بہ چاڪ ٿي وڃي ها باقي پوءِ توهان جي در تي ڇو اچان ها. توهان وٽ باقي ڇا جي لاءِ آيم. مون کي منهنجي پُٽڙي جي حياتي ڏٿيءَ کان نہ

ونئي ڏيندا ته مان اهو توهان اڳيان ڪو نه ڪندم.

حضرت جن جلال ۾ اچي ويا. پاڻ فرمايائونس ته وڃ تنهنجي پٽ کي مون پنهنجي گڏهه جي حياتي ونئي ڏني (گڏهه جيڪو سندن سامهون ٻڌل هيو ان طرف اشارو ڪندي فرمايائون). ٿوري دير ئي ڪا نه گذري ته گڏهه ويچارو ڪري پيو ۽ مري ويو. مائيءَ جو ڇوڪر چاڪ ٿي ويو اهو ڇوڪر گمبٽ جي شر ذات جو هيو جنهن لاءِ چيو ويندو آهي ته چاڪ ٿيڻ ۽ وڏي ٿيڻ کان پوءِ ان ۾ ڪجهه خصلتون به گڏهه جهڙيون هيون يعني ضدي هيو ڪيس مار موچڙو به اثر ڪو نه ڪندو هيو.

۴. مشهور واقعو آهي ته حضرت جن جي خدمت ۾ هڪ هندو آيو اچي چوڻ لڳو ته حضرت اڄ واهان ڪرامت ڏيکاريو يا اوهان ڪرامت ڏسو پاڻ فرمائڻ لڳا ته اسان فقير ماڻهو آهيون اسان کي ڪرامت جي ڪهڙي خبر تون ئي ڪرامت ڏيکار تنهن تي هندوءَ اتي مجلس ۾ رکيل هڪ لوٽي کي ڪٽي هوا ۾ اڇلايو ته لوٽو هوا ۾ اڏامڻ لڳو وري واپس اچڻ جو اشارو ڪيائينس ته لوٽو اچي سندس هٿن ۾ ڪريو. ان کان پوءِ هندو چوڻ لڳو ته مان چئن چئن سالن جا ٿي چلا ڪڍيا آهن تڏهن اهو مقام حاصل ڪيو اٿم

حضرت جن ڪينس فرمايو ته تو ته عمر ضايع ڪئي آهي ائين ڪندي پاڻ اسم ذات جي هڪ ضرب هنيائون ته مجلس وارن تي هڪ حال طاري ٿي ويو ڪي روئي رهيا هئا ته ڪي بيخودي مان ٽپا ڏئي رهيا هئا. هندو پڻ بي حال ٽپا ڏئي رهيو هئو. اهو منظر ڪافي دير طاري رهيو آخر پاڻ دُعا فرمايائون هڪ هڪ تي نظر فرمائيندا رهيا ان جو ايترو ته هندوءَ تي اثر ٿيو جو هو حضرت جن جي پيرن تي ڪري پيو اسلام قبول ڪيائين ۽ سندن سلسلي ۾ داخل ٿيو.

۵. حضرت جن جي خدمت ۾ هڪ عالم سڳورو حضرت جن جي شهرت ٻڌي تعريف ٻڌي حاضر ٿيو. مغرب نماز جو ٽائيم هيو پاڻ امام نه هجڻ جي صورت ۾ مصلي تي بيٺا نماز پڙهائي رهيا هئا ته مولوي صاحب به نماز ۾ اچي پهتو مگر جيئن ته پاڻ قرات شايد صحيح نه ڪيائون جنهن ڪري مولوي صاحب ڏاڍو بدظن ٿي پيو. دل ۾ چوڻ لڳو ته هي ڪهڙو بزرگ آهي جنهن کي قرات پڙهڻ به ڪا نه ٿي صحيح اچي. حضرت جن نماز کان فارغ ٿيا ۽ فارغ ٿيندي ئي مولوي صاحب سان مخاطب ٿيا. ۽ فرمايائون ته "مولوي صاحب هڪ ڀيري مغرب نماز جو ٽائيم هيو خواجه حسن بصري رحمة الله جن جبيب عجميءَ جي مسجد کان گذري رهيا هئا نماز جو وقت ڏسندي حبيب عجميءَ جي مسجد ۾ هليا آيا. حبيب عجمي نماز پڙهائي رهيا هئا مگر الحمد شريف جي قرات غلط ڪري رهيا هئا. حسن بصري رح جن نماز ٽوڙي پنهنجي نماز پڙهيائون.

رات جو حسن بصري رح جن لقاءِ خداوندي سان بهرور ٿيا ۽ عرض ڪيائون "يا خداوندا توهان جي خوشنوديءِ رضا ڇا ۾ آهي ته مان اهو عمل ڪريان" جواب مليو "اي حسن! تو ته اسان جي خوشنودي حاصل ڪري ورتي هئي مگر تو ان جو قدر نه ڪيو" عرض ڪيائين "خداوندا اهو ڪهڙي طرح؟" جواب مليو "حبيب جي پويان نماز پڙهڻ ۾ مان راضي هيم مگر تون قرات جي درستگيءَ ڪي ڏٺو نيت جي درستيءَ کي نه ڏٺو."

مولوي صاحب اها ڳالهه ٻڌي ڏاڍو شرمسار ٿيو معافي ورتائين ۽ بيعت لاءِ درخواست ڪيائين.

## ارشادات:

١. پاڻ فرمايائون ته فرعون خدائي دعويٰ ڪرڻ بعد به چار سئو سال زنده رهيو ۽ خوب عيش عشرت ۽ آرام ۾ رهيو ۽ ڪڏهن به ڏک يا تڪليف جو نالو ئي نه ڏٺائين ڪافي ڀيرا حضرت موسيٰ عليه السلام هن کي هدايت پڻ ڪئي مگر هو پوءِ به راهِ راست تي نه آيو ۽ هميشه گمراهيءَ ۾ گم رهيو باالآخر مجبور ٿي ڪري حضرت موسيٰ عليه السلام بارگاهه رب العزة ۾ عرض ڪيو خداوندا هن کي (فرعون) غرق ڪر ڇو ته هن جي گمراهيءَ سبب سارو جهان گمراهيءَ هيٺ آهي. حڪم خداوندي ٿيو، ”اي موسيٰ! عرض تنهنجو قابل قبول آهي مگر چند ڳالهيون هن ناپسند جون مون کي پسند آهن جنهن جي ڪري هي پنهنجي سزا کي نٿو پهچي اهي هي آهن ته هي ڪنهن تي ظلم نٿو ڪري. پنهنجي آرام واسطي ڪنهن کي ايذاءُ نٿو رسائي ۽ هر وقت لنگر جاري رکي ٿو بکايلن کي کارائي پياري ٿو، هن جو بکايلن کي کارائڻ مون کي ڏاڍو پسند آهي. حضرت موسيٰ عليه السلام پوءِ به باربار عرض ڪندو رهيو دعا وزاري ڪ ر رهيو حضرت موسيٰ عليه السلام جي دُعا بارگاهه رب العزة ۾ قبول پئي ۽ خداوند ڪريم قحط نازل ڪيو ۽ ان قحط ڪان عاجز ٿي فرعون لنگر خانو بند ڪري ڇڏيو ۽ انوقت مستحق عذاب ٿي موت کي پهتو. ان مان صاف ظاهر آهي ته خداوث بکايلن کي کارائڻ ڪيڏو نه مقبول عمل آهي اوهان کي به خدا توفيق ڏئي ته مسڪين بکايل ماڻهن جي سار سنڀال لهو.

٢. پاڻ فرمايائون ته: حضرت ابراهيم عليٰ نبينا عليه السلام جن جي پنهنجي فرزند حضرت اسماعيل عليه السلام جن سان نهايت ڪمال محبت هئي خداوند ڪريم حڪم فرمايو ته انهيءَ فرزند کي

قربان ڪر ۽ اهڙي طرح مسلسل اهو خواب ۾ ارشاد ٿيندو رهيو. جڏهن حضرت ابراهيم خليل الله (عليه السلام) جن پنهنجي فرزند کي قربان ڪرڻ تي آماده ٿيا ۽ گلي تي ڇري آندائون ته حڪم ٿيو ته "اسان کي تنهنجي فرزند جو گلو ڪٽرائڻ منظور نه هيو صرف غير جي محبت تنهنجي دل مان ختم ڪرائڻ منظور هئي هاڻي اسان جي محبت تنهنجي دل ۾ تنهنجي فرزند جي محبت جي مٿان غالب ٿي چڪي آهي ۽ اسان جي پيار تنهنجي دل مان سڀ پيار دور ڪري ڇڏيا آهن. ها جيڪڏهن ٻي ڪا محبت اڃان به باقي آهي ته اها عارضي آهي. هاڻي اسان اي خليل توکان راضي آهيون."

٣. حضرت جن فرمايو ته: حضرت داؤد عليه السلام جن ڪان ڪير واقف ناهي پاڻ خداجا نبي ٿي گذريا آهن حضرت داؤد عليه السلام جن کي خداوند ڪريم جو حڪم ٿيو ته "اي داؤد! هڪ پاڪ گهر تيار ڪر جنهن ۾ اسان جي عظمت نازل ٿئي" حضرت داؤد عليه السلام عرض ڪيو "يا ربِ ڪريم! اهو ڪهڙو گهر آهي جيڪو تنهنجي عظمت جي لائق هجي ارشاد باري تعاليٰ ٿيو ته "اهو گهر مومن جي دل آهي" حضرت داؤد عليه السلام عرض ڪيو ته "خداوند ڪريم! ان کي ڪهڙي ريت پاڪ ڪريان" ارشاد ربي ٿيو ته "عشق ۽ محبت جي آگ (باهه) سيني ۾ روشن ڪر جنهن سان خس وخاشاڪ سڙي وڃن ۽ دل صاف محبت الهيٰ جي لائق ٿي پوي.

۴. حضرت جن فرمايو ته: حضرت سلمان فارسي رضي الله عنه جن جي خدمت ۾ هڪ مهمان آيو جيڪو درويش هيو ۽ مقام توڪل تي هلي رهيو هيو حضرت سلمان فارسي رضه جن انوقت مدائن جا گورنر هيا. مگر پگهار مان پنهنجي ضرورت آهر پاڻ وٽ رکندا هئا باقي غريب مسڪينن ۾ تقسيم ڪري ڇڏيندا هئا اتفاقاً اهي ڏينهن مهيني جا آخري

ڏينهن هيا ۽ حضرت سلمان فارسي رضہ جن جي گهر ۾ سواءِ سڪل ۽ رڪيل مانيءَ جي ڪجهہ بہ نہ هيو. سو اهو ڪجهہ مهمان جي اڳيان آڻي رڪيائون. مهمان هڪ بہ گرهہ کڻڻ بعد چيو تہ "اگر ٿورو سرڪو هجي ها تہ ان ۾ ماني ٻچائي کائجي ها" حضرت سلمان جن خاموشيءَ سان اٿي ويا ۽ ٿوري دير کان پوءِ ڪجهہ سرڪو آڻي مهمان جي اڳيان رڪيائون هن ماني ان سرڪي ۾ ٻوڙي کاڌي جڏهن خوب ڍؤ ٿي ويس تہ هٿ مٿي کڻي دعا ڪرڻ لڳو تہ "سڀ تعريف آهي انهيءَ خداوند ڪريم جي جنهن اسان کي مسلمان ۽ متوڪل بنايو" تنهن تي حضرت سلمان رضہ جن کيس چيو تہ مسلمان مومن تہ الله تعاليٰ توکي بنايو مگر متوڪل ٻڻجڻ اجان رهيل آهي ڇو تہ جيڪڏهن تون متوڪل هجين ها تہ سلمان کي سرڪي جي عيوض سندس پيالي دڪاندار وٽ گروي نہ رکائين ها ۽ جيڪا سڪل ماني تنهنجي سامهون آئي هئي ان تي ئي قناعت ڪرين ها ۽ سرڪي جو سوال زبان تي نہ آڻين ها اگر انهيءَ حالت ۾ بہ تون پنهنجو پاڻ کي متوڪل ٿو سمجهين تہ سراسر غلط آهين."

۵. حضرت جن فرمايو تہ: حضرت ابو سعيد ابوالخير رحمة الله عليه جن جي ذات گرامي کان ڪير واقف ناهي پاڻ ڪامل ترين اولياء الله مان آهن. سندن خدمت ۾ هڪ امير زادو آيو ۽ پنهنجي مال و دولت مان شان عزت وقار کي درگذر ڪندي صوفين جي جماعت ۾ شامل ٿي ويو ۽ بزرگن جي دست اقدس تي بيعت ٿيو. پهريان حضرت ابو سعيد رح جن مريدن کي حڪم فرمايو تہ ڪو ئي بہ هن نوجوان جي دل آزاري نہ ڪري هن سان وڏي محبت ۽ پيار سان پيش اچي هو اميرزادو نهايت ئي خوش رهڻ لڳو پنهنجي مال ودولت کان وڌيڪ هت قلبي سڪون محسو ڪرڻ لڳو. حضرت ابو سعيد جي دربار جا سوين آدمي

جيڪي درٻار ۾ هميشه موجود رهندا هئا سڀ هن جي عزت ۽ احترام ڪندا هئا اهڙي طرح هڪ عرصو گذري ويو پوءِ حضرت ابو سعيد چند ماڻهن کي حڪم ڪيو ته هن سان سختيءَ سان پيش اچو اهڙي طرح انهن چند ماڻهن هن سان سختي شروع ڪئي مگر چند ماڻهن جي سختيءَ جو هن تي ڪو خاص اثر نه پيو چند ڏينهن کان پوءِ پنهنجي اڌ جماعت کي حڪم فرمايائون ته هن سان سختيءَ سان پيش اچو ۽ جڏهن هو ان جو به عادي ٿي ويو ته پاڻ ساري جماعت کي حڪم فرمايائون ته اوهان سڀئي هن سان سختي ۽ بدسلوڪيءَ سان پيش اچو مگر پاڻ هن سان انتهائي لطف ۽ محبت سان پيش ايندا هئا. حضرت ابوسعيد ابوالخير رحمة الله عليه جن جو دستر خوان نهايت شاهاڻو هوندو هيو هڪ ڀيري پاڻ هڪ پرتڪلف دستر خوان جو اهتمام فرمايائون ۽ ان اميرزادي کي ڪنهن ڪم سانگي ڪنهن طرف موڪلي ڇڏيائون ۽ مريدن کي فرمايائون ته ڪلهو ڪلهي سان ملائي وهو جيئن درميان ۾ ڪا به جڳهه خالي نه رهي جڏهن اميرزادو اچي ۽ ڪٿي وهڻ چاهي ته هن کي سختي سان هٽايو وڃي. جڏهن اميرزادو آيو ۽ دسترخوان تي ساري جماعت کي ويڙهل ڏٺائين ته هن به ڪٿي نه ڪٿي وهڻ جي ڪوشش ڪئي مگر هر طرف کان ٻري طرح جهڻڪون مليس آخر ڏٺائين ته حضرت ابوسعيد رح جن جي ڀرسان جڳهه خالي آهي اتي وهڻ چاهيائين ته حضرت جن نهايت جلال مان هن طرف نهاريو ۽ چيو "تو کي شرم نٿو اچي پيٽ جي لاءِ ايترو پريشان ٿيو آهين" انوقت هن جون تمام اميدون ختم ٿي ويون ته سڀ مريد ته بدسلوڪيءَ ۽ سختيءَ سان پيش ايندا هئا ليڪن مرشد ۾ صرف اميد هئي اڄ اها به ختم ٿي وئي. هن جي دل جهجي پئي. هو ڪنڌ هيٺ ڪري شرمندگيءَ مان ڪمري کان ٻاهر نڪتو. درٻار جي ڀرسان هڪ ننڍڙي مسجد

هئي اتي وچي هڪ ڪنڊ ۾ ويهي رهيو. هوڏانهن ساري جماعت ڪاڏي
ڪان فارغ ٿي ذڪر ۽ مراقبي ۾ مشغول ٿي وئي ۽ اهڙي طرح رات گذري
وئي سحر (صبح) جي وقت حضرت ابوسعيد رح پنهنجي مريدن کي
فرمايو "اچو ته هلون، هلي هڪ وڏي اولياءِ الله جي زيارت ڪريون."
سڀني مريدن کي ساڻ ڪري ان ننڍڙيءَ مسجد ۾ آيا ڏٺائون ته هي
سجدي ۾ آهي گريه وزاري مان عرض ڪري رهيو آهي ته اي منهنجا
پروردگار منهنجي آخري اميد منهنجي مرشد سان وابسته هئي اڄ اهو به
مونکان دور ٿي ويو، هاڻي تنهنجي دربار کان سواءِ ٻي ڪا به پناهه
گاهه نه آهي تون مونتي رحم فرماءِ- جيڪڏهن تون به مونکي پنهنجي
دربار مان ڪڍي ڇڏيو ته مان ڪيڏانهن ويندس منهنجي پير مون کي
پاڻ وٽان ڪڍي ڇڏيو ته مان تنهنجي دروازي تي آيم اگر تون مون کي
پنهنجي دربار مان ڪڍي ڇڏيو ته پوءِ منهنجي لاءِ ڪٿي به جڳهه ناهي.
اي منهنجا پروردگار مان تنهنجي در کي ڇڏڻ وارو ناهيان. تون قادرِ
مطلق آهين منهنجي مرشد کي منهنجي مٿان مهربان فرماءِ-!- انهيءَ حالت
۾ هن محسوس ڪيو ته ڪنهن جي ڏاڙهي هن جي پيرن سان لڳي رهي
آهي. هن سجدي مان سر ڪنيو. ڏٺائين ته حضرت ابوسعيد رحمة الله عليه
هن جا قدم چمي رهيا آهن. نهايت شرمندو ٿيو ۽ حيران پڻ. ته آخر
هي حقيقت ڇا آهي؟ ڪٿي هو عتاب ۽ ڪٿي هيءَ عزت افزائي- گهبرائجي
ويو. حضرت ابو سعيد رح جن فرمايو پٽ گهبراءِ نه اسان جي طريقي ۾
جڏهن ڪنهن کي مريد ڪيو ويندو آهي ته اسان تي اها ذمي واري لاڳو
ٿيندي آهي ته ان کي دربار الاهيٰ تائين پهچايو ۽ جيڪو پردو ان جي
سامهون اچي ان کي دور ڪريون. پهريون پردو تنهنجي مال ودولت هئي
جنهن کي تون ڇڏي اسان وٽ آئين. ٻيو پردو تنهنجا پير ڀائي هيا
جيڪي تنهنجي عزت ۽ احترام ڪندا هئا. ٽيون (حجاب) پردو تنهنجو

خود پير مرشد (مان) هيو جيڪو توسان محبت ۽ شفقت سان پيش ايندو هيو. جڏهن اهي تمام پردا توکان دور ٿي ويا ته توکي دربار الهيٰ جو دروازو نظر آيو ۽ تون بغير پردي جي الله تبارڪ وتعاليٰ سان وجي مليئن. تون هوڏانهن خداوند ڪريم سان راز ونياز ۾ مصروف هئين ۽ هيڏانهن اسان دست بدعا هياسين ته الهيٰ هي نوجوان جو اسان سيني کان نااُميد ٿي تنهنجي دربار ۾ حاضر ٿيو آهي ان کي پنهنجي دربار ۾ قبول فرماءِ هاڻي اسان کي بشارت ملي ته توکي مرتبه ولايت عطا فرمايو ويو آهي ۽ تون خداوند ڪريم سان بي حجاب همڪلام آهين ته مان توکي بشارت ڏيڻ آيو آهيان اسان توکي خلافت عطا ڪريون ٿا. وڃ خلق خدا کي رستو ڏيکار ۽ ان جي رهنمائي فرماءِ.

ڪڏهن اهڙي طرح به سالڪ جي تربيت فرمائي ويندي آهي، اهڙي هيبت جاهه وجلال سان به تربيت ڪئي ويندي آهي جنهن جو تاب برداشت ڪرڻ به مشڪل هوندو آهي بزرگن جي تربيت ۾ حڪمت هوندي آهي جنهن کي سالڪ سمجهي نه سگهندو آهي سالڪ کي گهرجي ته بيعت ٿيڻ کان پوءِ پنهنجو پاڻ کي مرشد جي حوالي اهڙي طرح ڪري ڇڏي جهڙي طرح ميت غسل ڏيندڙ جي هٿن ۾ هوندو آهي. (از طرف راقم)

٦. هڪ ٻيري جو ذڪر آهي ته حضرت جن جي خدمت ۾ هڪ سائل حاضر ٿيو عرض ڪيائين قبله ڪجهه دنوي مسئلن جي ڪري ڪافي عرصي کان پريشانيءَ ۾ مبتلا آهيان سائين جن رهنمائي فرمائن. پاڻ حضرت جن فرمايو ته ”جو شخص پريشانيءَ جي عالم ۾ چاليهه ڀيرا سورة يسين شريف پڙهندو ته الله تبارڪ وتعاليٰ ان جون پريشانيون دور فرمائيندو.“

حضرت جن ان شخص کي مٿيون ورد تعليم فرمائيندي هڪ

واقعو ٻڌايائون تہ ”امام ناصري رحمة الله عليه (جن قرآن پاڪ جو تفسير بہ لکيو آهي) مشهور بزرگ ٿي گذريا آهن تن کي هڪ دفعي ڪا بيماري ٿي پئي جنهن سبب کين سڪتو ٿي پيو ايتريقدر جو سندن پونيرن سمجهيو تہ شايد پاڻ وصال فرمائي ويا ۽ کين ڪفن وغيره ڏئي دفن ڪري آيا جڏهن ڪجهہ وقت کين قبر ۾ گذري ويو ۽ کين هوش آيو تہ پاڻ سوچڻ لڳا تہ مان ڪٿي پهتو آهيان مون کي تہ جيئري قبر ۾ ڇڏي ويا آهن ان حيرانگيءَ ۽ پريشانيءَ واري حالت ۾ کين ياد آيو تہ جو شخص ڪنهن پريشانيءَ يا مصيبت ۾ سورة يٰسين شريف چاليهہ ڀيرا پڙهندو تہ ان جون پريشانيون يا مصيبتون خداوند ڪريم دور فرمائيندو اهو سوچي پاڻ سورة يٰسين شريف پڙهڻ شروع ڪيائون جڏهن اٺيتاليهہ ڀيرا پڙهي پورا ڪيائين تہ ڪنهن ڪفن چور ڪفن چورائڻ جي خيال کان قبر کوٽڻ شروع ڪئي. امام کي معلوم ٿيو تہ هي ڪفن چور آهي پاڻ سورة يٰسين آهستي پڙهڻ لڳا تہ جيئن هو مقصد مطابق قبر کوٽي اهڙي طرح جڏهن هن قبر کوٽي پوري ڪئي ۽ اندر داخل ٿيڻ لڳو تہ امام صاحب جن اٿي ويٺا ۽ آهستي پاڻ قبر کان ٻاهر نڪتا ۽ ڪفن چور اهو منظر ڏسي نہ سگهيو اهو ڊپ وچان مري ويو. امام کي هن جي موت جو ڏاڍو افسوس ٿيو. اهڙي طرح سورة يٰسين شريف جي پڙهڻ جي برڪت سان امام صاحب قبر مان ٻاهر نڪتا.

٧. سندن خدمت ۾ هڪ شخص حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين تہ مريد ٿيڻ جي ارادي سان حاضر ٿيو آهيان ان جو سبب اهو آهي تہ مان حديث جي ڪتابن جي مطالعي مان استخاره ڏسي ان تي عمل ڪيم ۽ ٽي ڏينهن استخاره ڪرڻ کان پوءِ حضرت جن جي صورت خواب ۾ نظر آئي مگر اها خبر نہ پئجي سگهي تہ حضرت جن جو اسم مبارڪ ڇا آهي ان سبب استخاره کي جاري رکيم ٻارنهن راتين گذرڻ بعد خواب

۾ حضرت جن جي صورت مبارڪ نظر آئي ۽ پاڻ سائين جن رهنمائي فرمائيندي پنهنجو اسم مبارڪ پڻ ٻڌايو. ان کان پوءِ ان شخص عرض ڪيو قبله جڏهن آءٌ حضرت جن جي دست مبارڪ جي بيعت ۽ پنهنجي غلطين جي توبه ڪرڻ خاطر گهر کان نڪتس ته رستي ۾ هڪ عورت گڏجي وئي. جيڪا شايد انهيءَ خيال ۾ هئي ته ڪنهن نه ڪنهن طرح هوءَ مونسان تعلق پيدا ڪري مگر چاڪاڻ ته منهنجي نيت صاف هئي جنهن ڪري ان طرف بلڪل رغبت نه ٿي آخر جڏهن هڪ منزل تي انهن جي هڪ ئي ڪجائي ۾ ويناسين ته اها مون سان گڏ ائين ويهي رهي ڄڻ هن ۾ ۽ مون ۾ ڪو حجاب ئي نه هجي ان حالت ۾ منهنجي دل ان عورت طرف مائل ٿي پئي ۽ مان هن سان ڳالهائڻ پڻ شروع ڪيم ۽ ڳالهائڻ کان پوءِ جڏهن هن ڏانهن هٿ وڌايم ته ان وقت هڪ بزرگ ڏٺم جيڪو نقاب پوش هيو ان منهنجي چهري تي هڪ چماٽ هنئي ۽ چيو ته "وچين ٿو چنيهه رح جي هٿ تي بيعت ڪرڻ ۽ پوءِ به اهڙيون حرڪتون ٿو ڪرين" ان وقت آءٌ توبه تائب ٿيم.

اهو واقعو پاڻ حضرت جن ٻڌندي مشڪي رهيا هئا پاڻ فرمايائون ته جڏهن ڪوشخص الله جي ڪنهن ٻانهي جي خدمت ۾ حاضر ٿيڻ لاءِ نڪري ٿو ته الله تبارڪ وتعاليٰ ان شخص جو حامي ۽ ناصر ٿئي ٿو اهوئي سبب آهي جو خداوند ڪريم توهان کي ان ڏينهن شيطان جي شر کان امان ۾ رکيو.

٨. پاڻ فرمايائون ته "گناهن کان توبهه ڪندڙ ان شخص وانگر آهي جنهن ڪو به گناهه نه ڪيو هجي ۽ جنهن گناهه ۽ ڏٺيءَ جو نافرمانيون ڪيون هجن ۽ انهن نافرمانين مان مزو ورتو هجي پوءِ جڏهن هو توبه ڪري عبادت ڪندو ته ان کي عبادت ۾ به مزو ايندو."

٩. پاڻ فرمايائون ته الله جا ٻانها پنهنجو پاڻ کي دنيا کان

لڪائيندا آهن ۽ حق تبارڪ وتعاليٰ انهن کي ظاهر فرمائيندو آهي ابوالحسن نوري رحمة الله جڏهن دُعا گهرندا هئا ته دعا ۾ عرض ڪندا هئا ته اي پروردگار مون کي هن شهر ۾ پنهنجي ٻانهن ۾ لڪل رک. پوءِ آواز ٻڌائين **يا ابا الحسن الحق لا يستره شيء** (يعني اي ابوالحسن حق کي ڪا به شيءِ لڪائي نٿي سگهي).

## حضرت جن جي اولاد:

حضرت جن کي ڏنهي تعاليٰ ٽي فرزند عطا فرمايا ميان فقير محمد، ميان خاوند ڏنو ۽ ميان ذاڪر محمد جيڪي پڻ پنهنجي والد صاحب جي نقشِ قدم تي جو به جو هلندي سندن صحبت ۾ رهي عرفان ومعرفت جون منزلون طي ڪندي ڪمال جي درجي تي پهتا.

## وفات:

جيئن ته قرآن حڪيم ۾ ارشاد باري تعاليٰ آهي ته **ڪل نفس ذائقة الموت** سو اها گهڙي هر ذي روح تي اچڻي آهي حضرت جن شعبان مهيني ۾ آچر جي ڏينهن هڪ مختصر ختم ايصال ثواب بزرگان قادريه جو اهتمام فرمايائون ۽ انهيءَ سلسلي ۾ قرب وجوار جي ڳوٺن جي مريدن ۽ عقيدتمندن کي مدعو ڪيائون آچر جي ڏنهن صبح سان مائهن جي آمد شروع ٿي ظهر نماز تائين خلق ۾ لنگر هلندو رهيو. ظهر نماز کان بعد آداب ختم شريف بجا آندا ويا ۽ عصر نماز بعد مغرب تائين ذڪر باالجهر جي محفل ٿي ان کان پوءِ پاڻ نماز پنجگانه جو ضروري باجماعت تاڪيد، ارڪان دين، اسوه رسول جي پابندي ۽ قادريه سلسل جا اوراد پابنديءَ سان ادا ڪرڻ جي هدايت فرمايائون ۽ رسول ڪريم ﷺ جي شفاعت ۾ اميد جو عقيدو رکڻ ۽ مرشد جي شرعي احڪام جي

## ميان فقير محمد
(فرزند اول)

- فاضل محمد
  - ناصر الدين
    - محمد چنّل
      - ناصرالدين
        - محمد چنّل
          - دين محمد
          - قمرالدين
          - حزب الله
          - گدا حسين
        - غلام رسول لاولد
    - دين محمد
      - الله ڏنو لاولد
  - محمد ابراهيم لاولد
  - محمد لاولد
  - محمد اسماعيل
    - نبي بخش
      - شاهنواز
        - نبي بخش
          - نور محمد
          - محمد بخش
          - محمد جمن
        - نصرالله لاولد
      - محمد حسن
        - نصير محمد
        - محمد درويش لاولد
    - امير بخش
      - محمد اسماعيل عرف محمد وارث
        - فاضل محمد
        - علي محمد
        - فضل حسين
        - اميرن جوڙيو
      - علي نواز لاولد
  - الله رکيو لاولد
- محمد علي
  - امان الله لاولد
  - محکم الدين لاولد
  - خدا دوست
    - محمد عيسى لاولد
    - الله بخش
      - محمد علي
        - نبار حسين
          - محمد علي (موجوده سجاده نشين)
          - شرف علي
          - مشتاق علي
          - منير علي
          - امداد علي
      - مهر علي
        - محمد نواز
          - شوکت علي
            - عابد علي
            - وحيد علي
            - ساجد علي
      - رحم علي
        - محمد تڳيل
        - نظر محمد
      - فيض علي
        - غلام رسول
      - همت علي لاولد
    - شفيع محمد
      - جلال الدين لاولد
      - ڪمال الدين
        - جمال الدين
        - امام الدين
        - قائم الدين
        - محکم الدين
    - ولي محمد لاولد
    - قلن
      - محمد جمن لاولد
      - هدايت الله
        - صبغت الله
        - امان الله
        - نعمت الله
        - ضياء الله
    - در محمد
      - اميد علي
        - غلام نبي
      - محمد ابراهيم
        - قربان علي
        - محمد چنيهه
        - ضمير احمد
    - طالب علي لاولد
    - جان محمد لاولد



**مياں خاوند ڏنو**
(فرزند دوم)

ھادي ڏنو
لاولد

**حاجي محمد بچل**

خان محمد
لاولد

**عبدالله**

**غلام محمد**
ھادي ڏنو
مير محمد
خداء ڏنو
لاولد

**الهي بخش**
ڏاٽي بخش
دختر زوجه
مياں الهي بخش

خاوند ڏنو
ھادي ڏنو
خان محمد
خداء ڏنو

**غلام محمد**
عبدالله

**ذوالفقار احمد**
**ليکڪ**
**(نسورو نينهن)**
زبير احمد
شعيب احمد
عرفان احمد



پيرويءَ جو تاڪيد فرمايائون.

آخر ۾ فرمايائون تہ جيڪو پيدا ٿيو آهي ان کي ضرور پنهنجي رب جي حضور ۾ پيش ٿيڻو آهي. دُعا ڪيو تہ اسان جو بہ الله تعاليٰ خاتمہ باالخير فرمائي اگر ڪنهن جو ڪو حق مونتي رهجي ويو هجي تہ آءٌ گذارش ٿو ڪريان اوهان کي تہ مون کي ٻڌايو يا معاف ڪريو. خدا جي گرفت تمام سخت آهي."

ان کان پوءِ پاڻ دُعا فرمايائون دُعا ۾ ڏاڍو گريہ وزاري فرمايائون پاڻ زار وقطار روئي رهيا هئا ان کان بعد جماعت کان اجازت گهريائون هر ڪنهن سان گلي لڳائي مليا. قرب و جوار جا آيل ڪافي ماڻهو اجازت وٺي پنهنجي پنهنجي گهرن ڏانهن روانا ٿيا ۽ ڪجهہ وري دربار تي ترسي پيا. پاڻ هر ڪنهن کان موڪلائڻ وقت صرف هي الفاظ **اللهم ارحم امت محمد ﷺ** پڙهي رهيا هئا.

ان ڏينهن تي پنهنجا سڀ معمول ترڪ ڪري صرف خلق خدا سان ملندا ۽ دُعائون فرمائيندا رهيا. نماز عشا باجماعت ادا ڪري حاضر جماعت کان اجازت گهري گهر تشريف فرما ٿيا سندن ٻہ فرزند حضرت ميان خاوند ڏنو ۽ حضرت ميان ذاڪر محمد عليه الرحمة صاحبِ بصيرت هئا انهن کي پاڻ خاص نصيحتون فرمايائون خاص احڪام ۽ هدايتون فرمائيندا رهيا سندن وڏا فرزند حضرت ميان فقير محمد عليه الرحمة جن انهن ڏينهن ۾ سفر تي اسريل هئا. پاڻ پنهنجي فرزند کان وضوءَ لاءِ پاڻي طلب فرمايائون. ننڍي فرزند پاڻي حاضر ڪيو پاڻ تازو وضو فرمايائون پنهنجي ٻنهي فرزندن کي بہ تازو وضو ڪرڻ جو حڪم فرمايائون جن ٻڻ تازو وضو فرمايو جنهن کان بعد کين فرمايائون تہ ٻہ رڪعتون نفل ادا ڪريو جنهن جي نيت نفي ماسوي الله جي ڪريو. پوءِ پاڻ بہ نفل ادا فرمايائون پوءِ کين آرام ڪرڻ جي هدايت فرمايائون پاڻ بہ آرامي ٿي پيا.

سندن فرزند جيڪي پڻ هڪ ولي ڪامل جي اولاد ۽ خلفاء هجڻ سان گڏوگڏ صاحبِ بصيرت هئا انهن جي اک ئي ڪا نہ لڳي ٿوري دير گذرڻ کان بعد ئي پاڻ جاڳي پيا سندن جاڳڻ سان سندن فرزند پڻ اٿي پيا پاڻ سيني ۾ ٿوري تڪليف محسوس ٿيڻ جي شڪايت ڪيائون جنهن کان پوءِ وري وضو فرمايائون ۽ تهجد نماز ادا ڪرڻ فرمايائون پاڻ چار رڪعتون پڙهڻ کان پوءِ تڪليف زياده هجڻ ڪري بستري تي ليٽي پيا اجان ليٽيائي مَس تہ سندن زبان فيض ترجمان مان هي الفاظ نڪتا.

**يا ايها النفس المطمئنة ارجعي الىٰ ربک راضية مرضيه**

اهي الفاظ سندن زبان مبارڪ مان شدت ۽ سختيءَ سان نڪتا جنهن مان چڻ محسوس ٿي رهيو هيو تہ ڪين ڪا تڪليف هجي ائين اهي الفاظ ٻڌندي سندن فرزند سندن مٿان پهتا مگر سندن روح خداوند ڪريم جي سپرد ٿي چڪو هيو.

**انا لله وانا اليه راجعون**

اهڙي طرح پاڻ شعبان مهيني (سومر جي رات) آخر عشري ۾ سنہ ۱۲۰۷ھ ۾ هن فاني دنيا کي الوداع چيائون.

سندن مزار مبارڪ شهر کهڙا ۾ آهي جيڪا مرجع خلائق آهي جتي اجان بہ پاڻ روزانو ڪيترن دردمندن حاجتمندن ۽ سائلن جي باقاعده دستگيري فرمائيندا رهن ٿا.

**رحمه الله سبحانه رحمةً واسعةً ابديةً**

اوڪي ٿي اٿاٿ - ويا ولـجـارا واهــرو
منهن اجڻ ماٺ - ڪو ڪجهڻ جي ڪين ڪري.

(ذوالفقار اجڻ)

اسم الله دي اوري مام مني مهجوري
تي آ ذات ظهوري

١. پهلا عشق آالله کون هويا مولا معشوق ملايا
نور وچان نروار کرکي ڏوهين جهان بنايا
فنا بقا دا فيصلا سارا دلبر کي دستوري.

٢. پنجان تنان تي پاکر پاکي چادر نور ڍکايا
جبرئيل جواب جلدي پيغمبر کون پهچايا
رب گهرايا روبرو تيکون کرڻا ذکر ضروري

٣. گهوٹ گهوڙي تي سوار سيد عرش عظيم تي آيا
ملک فلک چيو مرحبا مرسل فضل فائق فرمايا
حال حقيقي حاصل کيتوسي بهيد پلا پرپوري.

۴. آپ محبوب مالک داهي رب رکيا تيڏا رايا
هانء دي وچ ظاهر باطن سير سارا سمجهايا
مخفي مام محمد والي مولا کيتي منظوري

"چنڻ فقير" کون فيض فقردا سيني سوز سمايا
اٹ تڻ آئي اندر ميڏي جوشان جهپ جڳايا
تار سنتا ذي تن من اندر مستي دي مخموري

ڇا تون جيئندين ڪيترو
آخر ٿيندو دم ھي فنا.

١. نفس ۽ شيطان شامل ڏين ٿا مون کي ھيءَ صلاح
پلن ٿا پنھنجي پرين کان تن کي ڏٺيءَ جا ايندا ڏکا

٢. ھن دنيا جي دؤر ۾ ڪم ڪيم ڪلئي ڪچا
حامي ٿيندو ھاشمي سيد رکندو سڀ جي ستيا

٣. سمجھ انھيءَ ڳالھ کي گوشي غم سان تون گذار
چئي فقير آ سائل سدائين ختم ڪلمي سان ڪراءِ

*******

ڪٿي ساٿي ڪٿي ساٿن سردار .
اھا ھئي اڄڻ چوي عالم منجھ پچار
ڪامل ھليو ڪيچ ڏي لائي ڪيڪ قطار
وسو جيڏيون وار ڪو نہ ٿيندو قافلي

*******

راٿل پنھنجي راز جي رمز رکيم روح
سوين سال سڪندي ٿيا سانجھيون ۽ صبوح
ويٺي واٽان نھاريان واجھايان لاءِ و روح
سوڍا پنھنجي سونھن- پسائج ناءِ پرَ جي.

راڻل پنهنجي رحم سان قلبان ڪڍيم ڪٽ
آءِ عالم ۾ ڪو نه ڏسان ميندڙا تنهنجو مٽ
لاهج لطف سان لاڏلا منهنجو سارو لٽ
اچڻ اندر عشق الٽ- ڏج سوڌا پنهنجي سهاڳ جو
*******

ننڊ نه هيرج نيڻ سک نه سارج سسئي
وهاڻيءَ جا ويڻ ڇا ڪي ٻڌاءِ لوڪ جا.
*******

عالم علم پرايا جوڳن ڪم جهل سان
جا علم ريءِ اونداهه سامن سرهائي ساهه ڪي
*

# مَن كَانَ لِلّٰهِ كَانَ اللّٰهُ لَه

(جو شخص الله جو ٿي وجي ٿو، الله انهيءَ جو ٿي وڃي ٿو) حديث.

# نسورو نينهن

(حصو پيو)

## حضرت ميان محمد چنيهہ جي اولاد مان چند گهڻ رخن مشهور پوتر ڪردارن جو مطالعو

ذوالفقار اجڻ

# اِنَ بَيت اَنتَ سَاكنَه
# غَيرُ مُحتَاج اِليَ السرُوج

ترجمو: بيشڪ اهو گهر جنهن ۾ تنهنجي رهائش ٿي
يوي اهو ڪنهن سج جي روشني جو مختاج ناهي.
(ڪتاب اللمع)

# ميان فقير محمد

### قدس الله سره

(١١٥١هه ---------- ١٢١٦هه)

مِيان محمد چنيهه جن جا وڏا فرزند هئا ١١٥١هه ۾ تولد ٿيا. پنهنجي والد بزرگوار جن جي حڪم موجب سندن مرشد ڪريمن خواجه حافظ صاحبڏنو فاروقي (درازا شريف) جن جي خدمت تي مامور هيا. حضرت سچل سرمست جا همعصر هيا ۽ ساڻن گڏ ديني تعليم حاصل ڪيائون ۽ سچل سرمست جي مرشد ۽ چاچي خواجه عبدالحق فاروقي جن جي بيعت سان سرفراز ٿي سلوڪ جون منزلون طئي ڪيائون- ڪهڙا ۾ پنهنجي والد بزرگوار جن جي مسند تي وهڻ بعد درگاهه جو ڪار وهنوار، زمين جي نگهداشت، گهر ٻار ۽ ننڍن ٻائرن جي تعليم ۽ تربيت جا ڪم پڻ سندن حوالي هيا.

پاڻ نهايت عابد ۽ زاهد هئا، وڏا مهمان نواز غريب پرور ۽ مسڪينن غريبن جي امداد ڪرڻ وارا هئا. پاڻ وقت جي مشهرو ڪامل بزرگ فقير ميان محمد علي المعروف "پڪي وارو سائين" جن جا والد بزرگوار هئا.

سندن زندگيءَ جو ابتداعي حصو سيرو سياحت ڪندي گذريو. پاڻ ٣ جمادي الاول ١٢١٦هه ۾ سفر آخرت فرمايائون سندن لوح مزار تي هي فارسي الفاظ تحرير آهن.

حضرت فقير محمد درويش خوش سعيد
اولادش چنيهه ڪه رحمت برا ومزيد
آدينه روز بود ڪه از دار فاني رفت
ماهه جمادي الاول در مقبره رسيد
سن شانزاده دوازده صد هجري سال بود

# ميان خاوند ڏنو

**قدس الله سره**

(۱۱۶۰هه ---------- ۱۲۲۸هه)

ڪائنات ازل ڪان موجود آهي دنيا جي تاريخ ۾ ڪڏهن ڪڏهن
ڪي متبرڪ انسان معرض وجود ۾ ايندا اهن جيڪي پنهنجي مختصر
زندگيءَ ۾ دکي انسانيت تي ڇائنجي ويندا آهن سندن زندگي جهالت ۽
گمراهيءَ لاءِ مشعل راهه هوندي آهي جيڪي پنهنجي زندگيءَ جي
سرچشمي سان ڀٽڪيل انسانيت جي مان شان کي سرسبز ۽ شاداب
ڪري ڇڏيندا آهن. دکي انسانيت جي خدمت جو پختو عزم پنهنجو
مقصد حيات سمجهندڙ جنهن ڪان منهن موڙڻ زندگيءَ ڪان منهن موڙڻ
مترادف سمجهندڙ ميان خاوند ڏنو ميان محمد چنيهه جا ٻيو نمبر فرزند
هئا. ۱۱۶۰هه ۾ جنم ورتائون ۽ نهايت ٿوري عرصي ۾ ئي ديني علوم
فقه، حديث ۽ تفسير تي ڪمال دسترس حاصل ڪيائون. ديني علم جي
پورائي ڪان پوءِ سلوڪ ۾ قدم رکندي پنهنجي والد بزرگوار جي بيعت
ڪان مشرف ٿيندي سندن خدمت ۾ ڇهه سال مسلسل راتين جو خلوت
۾ ساڻن گڏ رهيا ڪائڻ خصوصي تربيت ۽ توجهه حاصل ڪندي عرفان
جي اعليٰ منزل تي رسيا. سندن والد ۽ مرشد کين فرمايو ته ”الله تبارڪ
وتعاليٰ جي فضل سان سلسله عاليه قادريه، سهروردیه ۽ چشتيه جي
پيران ڪبار ڪان ميليل تربيت سان توهان جو روحاني معاملو هاڻي انجام
ني پهچي ويو آهي انهن سلسلن جي اسرارن مان ڪا به اهڙي ڳالهه نه
رهي اهي جنهن ڪان اوهان کي واقف نه ڪيو ويو هجي.

پاڻ پنهنجي زندگي نهايت نوزت ۽ نماڻائيءَ سان گذاريائون
ڇاڪاڻ ته انسان جو سڀ ڪان وڏو ڪمال اهو آهي ته هو پنهنجي سيني
ڪمالن ۽ طاقتن جي وصف سان قدرت مافوق تصور جي سامهون

عاجزيءَ جو اظهار ڪندي مٿو جهڪائي ٿو ۽ اهو عاجزيءَ جو اظهار قدرت کي انسان تي مهربان ٿيڻ لاءِ متوجهه ڪري ٿو انهيءَ ڪري الله تبارڪ و تعاليٰ جي حضور ۾ بندو جيتري عاجزي سان حاضر ٿئي ٿو ان سان ايتري ئي نرمي ۽ مهرباني ٿئي ٿي رسول الله ﷺ ۽ انبيا عليهم السلام ڪان حيثيت ۾ وڌيڪ ڪو انسان نه آهي مگر انهن کي ڏسو جڏهن الله تبارڪ وتعاليٰ سان راز و نياز ۽ ان جي بارگاهه ۾ عرض التجا ڪندا هئا ته ڪيتري هيٺاهين ۽ نماڻائي ڪندا هئا انهيءَ ئي هيٺاهين ۽ نماڻائي انهيءَ ئي فقيريءَ ۽ لاچاري ۽ انهيءَ اعتقاد ئي ڪين انهيءَ مرتبي تي قائم رکيو. انهيءَ بنياد تي ئي فقير صفت انسانن به نوڙت ۽ نماڻائيءَ کي اختيار ڪيو آهي.

انتهائي فيض وڪمال هوندي پاڻ پنهنجي باطن جي احوال کي لوڪ ڪان لڪائيندا هئا. تنهائي پسند هئا ۽ انڪساري سبب پنهنجي ڪوتاهين تي نظر رکندا هئا. سندن خدمت ۾ حاضر ٿيندڙ جي خواهش ۽ سوال ڪرڻ واري جي جواب تي ئي گفتگو فرمائيندا هئا ۽ اها گفتگو به صرف ضرورت جي مطابق هوندي هئي ليڪن اگر ڪو ئي مسئلو نازڪ قسم جو هوندو هيو يا روحاني سلسلن جي تعليمات سان تعلق رکندو هيو ته پوءِ ان کي تفصيل سان سمجهائيندا هئا ته جيئن پڇڻ وارو مطمئن ٿي سگهي. جڏهن ڪو ئي طالب سندن خدمت ۾ ايندو هيو ته پاڻ انتهائي عاجزي ۽ انڪساري ظاهري ڪندي پاڻ کي اهڙي ڪم جو اهل نه ڄاڻائيندا هئا پوءِ اگر ڪوئي سندن انڪساري ۽ بلند مرتبي ڪان واقف هوندو هيو ته اهو پنهنجو پاڻ کي سندن حوالي ڪرڻ تي ئي اصرار ڪندو هيو ۽ جڏهن ان طالب کي پختو ڏسندا هئا ته پوءِ ان کي پنهنجي عنايتن هيٺ تربيت جي جڳهه ڏيندا هئا.

سندن انڪساري متعلق مشهور آهي ته پاڻ پنهنجي سچن طالبن

کي ٻہ فرمائيندا هئا تہ هي ٻانهو ناڪاره اهي جنهن کي اوهان جهڙو سمجهو ٿا ائين هرگز ناهي اوهان ٻيءَ جڳهہ ٻہ تلاش ۾ ڪوشش جاري رکو اگر اوهان کي ڪٿي ٻيو صحيح رهنما نظر اچي تہ مون کي بہ ٻڌايو تہ مان بہ ان جي خدمت ۾ حاضر ٿي پنهنجي اندر جو علاج ڪرايان.“

هڪ دفعي جو واقعو آهي تہ پاڻ پنهنجي والد صاحب جي موجودگيءَ ۾ نماز ظهر جي جماعت ۾ مقتدين ۾ شامل هيا تہ اچانڪ سندن سيني مان هڪ زوردار آواز نڪتو جنهن سبب ساري جماعت پريشان ٿي وئي جيئن ئي امام سلام ورايو تہ پاڻ ٻاهر نڪتا هليا ويا جماعت کان فارغ ٿيڻ بعد سندن والد ميان محمد چنيهہ جن ان معاملي جي وضاحت ڪندي فرمايو تہ ”حضور نبي ڪريم ﷺ جن متعلق روايت آهي تہ سندن سيني انور مان نماز جي وقت ايترو تہ جوش ظاهر ٿيندو هيو جنهن جو آواز هڪ ميل تائين ٻڌڻ ۾ ايندو هيو ڪي طالب اهڙا بہ هوندا آهن جيڪي نبي ڪريم ﷺ عليه وسلم جن جي ڪامل پيرويءَ سبب انهيءَ ڪمال سان سرفراز ٿين ٿا.

سندن تعليمات مان سلوڪ جو اصلي مقصد اهو آهي تہ انسان عبادت الاهي جي لاءِ پنهنجو پاڻ کي وقف ڪري ڇڏي پوري طرح الله تبارڪ تعاليٰ جو ٿي وڃي. دنيا ۾ دنيا جي لغويات کان بلڪل منهن موڙي ڇڏي عام دنيادار جن دنوي لذتن وارين شين تي ڪريا پيا آهن انهن کان پرهيز ڪندي دنيا جي محبتن کان ڪناره ڪش ٿي وڃي ۽ عبادت الاهي لاءِ يڪسوئي ۾ گوشہ نشيني پسند ڪري.

هيٺين يارنهن نقطن کي پاڻ طريقت جو بنياد قرار ڏنائون.

١. التمسک بکتاب الله: الله جي ڪتاب سان مضبوط تعلق

٢. اقتدا برسول الله: رسول الله ﷺ جن جي پيروي

٣. اداء الحقوق والفرائض: خدا ۽ انهن جي ٻانهن جي حقن جو ادا

ڪرڻ ۽ فرض ادا ڪرڻ.

۴. اجتناب بالآثام والمحارم: گناهن کان نفرت ۽ منڪرات کان پرهيز.

۵. اڪل الحلال: رزق حلال.

٦. ڪف الاذي: ايذاء رسائڻ کان پرهيز

۷. التوبہ: گناهن کان توبہ ڪرڻ ۽ خدا طرف رجوع رهڻ.

۸. قطع العلائق: دنيا ۽ دنيا وارن کان دل هٽائي خدا طرف يڪسو ٿيڻ

۹. معانقة الفقر: آسائش بجاءِ آزمائش جي زندگي بسر ڪرڻ.

۱۰. ترڪ الطلب: دل کي آرزوئن کان خالي اميدن کي مختصر ڪرڻ.

۱۱. انقطاء الي الله: سڀ کان ڪٽجي خدا جو ٿي وڃڻ.

سندن هٿن جو لکيل هڪ قلمي بياض فارسيءَ ۾ موجود آهي. پاڻ جمادي الاول ۱۲۲۸ هجري سن ۾ داعي اجل کي لبيڪ چوندي دم ڌڻيءَ حوالي ڪيائون.

سندن مزار جي تعمير قبلہ گاهہ ميان الهيٰ بخش جن ڪرائي جن پنهنجي تحرير ڪيل شعر کي سندن مزار تي نصب ڪرايو جيڪو هيٺين ريت آهي.

خاوند ڏنو اجن فقير مرد شاندار
والد شريفش محمد چنيهہ باوقار
ماه جمادي الاول روزده بسيت هشت سال.
رحلت نمود از جهان فاني مؤرخہ دوست آن درويش
بےے ذکر فکر نہ گذشت بر آن ساعتي
شب روز مشغول بود طاعتي
الهيٰ بخش رابخش پروردگار
طفيل سيدنا محمد وچهار يار.

# ميان ذاکر محمد

## قدس الله سره

(۱۱۸۱هه ------- ۱۲۶۴هه)

ميان محمد چنيهه جا ٽيون نمبر ۽ ننڍا فرزند هئا پاڻ صفر مهيني ۱۱۸۱هه ۾ جنم ورتائون سندن ديني تعليم جي لاءِ سندن والد خاص بندوبست ڪري سندن لاءِ آخوند (استاد) مقرر ڪيو جنهن سندن باقاعده تعليم ۽ تربيت ڪئي. سندن استاد جو چوڻ هيو ته هي نينگر ڪڏهن ڪڏهن اهڙا سوال ٿو ڪري جو مون ڪي جواب ڏيڻ جي ناقابل بڻائي ڇڏي ٿو ۽ آءُ پريشان ٿي وڃان ٿو ته ڪيس ڪهڙو جواب ڏيان. پاڻ ۲۳ سالن جي عمر ۾ ديني تعليم فقه تفسير ۽ حديث پوري ڪري ورتائون ۽ پوءِ اندر جي روحاني اڄ مٽائي ڪرڻ لاءِ سلوڪ طرف رجوع ٿيا ۽ پنهنجي والد جي دست اقدس تي سلسلي قادريه ۾ بيعت ڪري سلوڪ جا ابتدائي مرحلا طئي ڪري رهيا هئا ته سندن والد بزرگوار هن فاني دنيا مان لاڏانو ڪري ويا جنهن سبب پاڻ باقي سلوڪ جي تڪميل لاءِ پنهنجي برادر ميان خاوند ڏنو ڏانهن رجوع ٿيا مگر هئن ڪمال انڪساريءَ سبب کين بيعت نه فرمايو ۽ درگاهه شاهه درازا طرف اشارو ڪندي فرمايو ته اوهان جو معاملو اتان ئي تڪميل تي پهچندو. پوءِ پنهنجي ڀاءُ جي رهنمائيءَ موجب پاڻ درگاهه دراز شريف جي ٽين نمبر سجاده نشين سخي قبول محمد (اول) جي بيعت سان سرفراز ٿي سندن ڪامل توجه ۽ شفقت هيٺ سلوڪ جي تڪميل ڪيائون ۽ باقاعده خلافت حاصل ڪيائون.

مشهور آهي ته سندن جمڻ وقت جڏهن کين سندن والد جي خدمت ۾ آندو ويو ته پاڻ کين آذان ڏيڻ بعد فرمايائون ته ”اسان کي

اها بشارت ملي اهي ته تنهنجي هن پٽ مان هڪ نينگر ڄمندو جيڪو وقت جو قطب هوندو."

ڪين تحرير سان تمام گهڻي دلچسپي هئي سندن تحرير ڪيل قرآن پاڪ جا نسخا اڄ به موجود آهن ان کان علاوه سندن تحرير ڪيل درود شريف جو نسخو دلائل الخيرات به موجود آهي.

ڪين شاعريءَ سان پڻ گهرو لڳاءُ هيو سندن ڪافي شاعري حفاظت نه هجڻ سبب ضايع ٿي وئي ڪجهه شاعري هڪ چوپڙيءَ جي صورت ۾ هٿ آئي جيڪا هت ڏجي ٿي جنهن مان هڪ اڌ ڪافي ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي ڪتاب ڪافيون ۾ به ڏنل آهي.

پاڻ اولاد ۾ ٽي فرزند ميان غلام عمر، ميان رازق ڏنو ۽ ميان ڪامل الدين (اول) ڇڏيائون. ٢٢ ربيع الثاني ١٢٢۴ ھ ۾ پاڻ هن دار فاني مان رحلت فرمايائون.

# ميان ذاڪر محمد جي شاعري:

١

درست اندر دل دامان
مون کي مارن جو ميان

خبر خير جي وس وطن مون ميان
ڪن پوي اڄ ڪامان.
ڏوٽي ڏؤنرن جي ڏٽ مون پلو ميان
خوشيان ڪيت سان ڪان مان.
ڏک مڙئي ڏيل مون پلو ميان
تن ڏني وجي طعامان
يار پرينءَ جي صحي سرير مون ميان
غم وجي ٻري ڪامان
اچي اڄڻ کي سک سنگهارن جي ميان
لس ڪوڙيون ھاٿي الامان
ذاڪر چوي ذوق مون ميان
پرين چماءِ پاءِ مان.

٢

ڪاڪي جا ڪئون- مئن لاڪون
پلئہ پنهون تنهنجي آهيان.

مشرق مغرب عرش ڪرسي وي ميان
عشق اوهان جي جون هاڪون

سڪ اوهان جي سپرين وي ميان
اندر منجهہ ڪيون هن اوطاقون.

عشق اوهان جو ُآهي اڄڻ ڪي وي ميان
هنيون ڦٽي ٿيو آ ڦاڪون.

زور اوهان جو آهي ذاڪر ڪي وي ميان
اڻين ڍڪج جيئن ڪو ڍاڪون.

٣

جي گڏ جانب ساڻ آءُ هيس
جيڏيون ڙي تہ مون لڪ نہ لوڙيا.

ڪيرا ڪنواٽن جا ميان لا.
ڪلي ٽي مون هت ڪوڙيا.

ڏانوڻ ڏاگهورن جا ميان لا.
جودلئون ٽي مون جوڙيا.

عشق سڄڻ جي هن اڄڻ ڪي
منهن تہ سپيون ٽي موڙيا.

ذاڪر گهرن جي ذوق تنهنجو ميان لا.
ٻيا ٽي ڪم ڪچوڙيا.

۴

ملهہ خريد مان آهيان
جاءِ جتن جي جيڏيون

ٽڪر ٽرندس وي راهي رهندس
ٻُري وڃن توڙي ٻيڏيون.

پاند نہ ڇڏيندس وي پرجو.
لاهوتن کيون توڙي هيڏيون

ساٿ سڌائي وي کين ڪچيائون
ڪاريون ڪرهل کيون ڪيڏيون

ذوق ذاڪر کي وي آهي اوهان جو
بديون بخشيندين ميڏيون.

٥

جي ڳڌ جانب سان آءُ هيس جيڏيون
ريءَ تهمون لڪ للوريا.

ڪيرا ڪنواٽن جا ميان لا
ڪلي ٽي مون هن تہ ڪوڙيا.

ڏاوڻ ڏاگهوڙن جا ميان لا.
جودئون مون هن تہ جوڙيا.

عشق سڄڻ جي اڄڻ ڪي ميان لا.
منهن تہ سڀيون ٽي موڙيا

ذاڪر ذوق تنهنجو ميان لا
ٻيا ٽي ڪم تہ ڪچوڙيا.

# ميان محمد علي

## رحمة الله عليه

(١١٩٥ھ -------- ١٢٥٦ھ)

پنهنجي جد بزرگوار حضرت ميان محمد چنيهه قدس الله سره" جن جي حياتيءَ ۾ ئي ١١٩٥ هجري ۾ سندن ولادت ٿي پاڻ حضرت صاحب جن جي وڏي فرزند ميان فقير محمد عليه الرحمة جا وڏا فرزند هئا پاڻ جڏهن تولد ٿيا تہ کين حضرت صاحب جن جي خدمت ۾ آندو ويو، پاڻ کين آذان ۽ تکبير چيائون ۽ خداوند ڪريم جي حضور ۾ سندس ڪمال ۽ بزرگيءَ جي دُعا گهريائون.

پاڻ ظاهري علم کان فارغ ٿي سلوڪ جي تڪميل لاءِ سخي قبول محمد (اول) جي بيعت ڪري مسلسل ڇهہ سال سندن تربيت ۽ توجہ هيٺ رهيا روزانو صبح جو گهر کان پاڻ مرشدن جي حضور ۾ لنگر ڪٺي حاضري ڀريندا هئا ڇهن سالن جي رياضت ۽ خدمت بعد کين سندن مرشد ڪريمن خلافت سان نوازيو ۽ کين لنگر ۽ روزانہ جي حاضريءَ کان منع ڪندي کين درگاهہ تي خلق جي خدمت ڪرڻ جو ارشاد ڪيو. خداوند ڪريم کين پنهنجي خاص فضل **"ذالک فضل الله يوتيه من يشاء والله ذوالفضل العظيم"** موجب ولايت عظميٰ جيدولت سان ڀهرور فرمائيندي کين ان مقام تي پهچايو جتي جميع صفات ممڪن جو جامع انسان جڏهن شريعت ۽ طريقت جي رستي سان سلوڪ طئي ڪندي معرفت خودي ۽ معرفت خدا حاصل ڪري ٿو تہ سندس باطن مان علم لدنيءَ جا چشما ڦٽي نڪرن ٿا ۽ حڪمت ۽ عرفان جي ذريعي ڪائنس ملڪوتي ڪمالات ظاهر ٿيڻ لڳن ٿا ان جو

پهريون قدم عرش اعظم تي هجي ٿو جڏهن هو عشق جي براق جي سواريءَ تي سوار ٿي سفر ڪري ٿو ته براق عشق ايترو ته تيز رفتار ۽ زودرس آهي جو مصنوعي سياره ته ڇا پر فلاسافرن جي سوچ ۽ نظر به ان جو مقابلو نٿي ڪري سگهي سالڪ جو اهو براق عشق اک ڇنڀ ۾ سڀ حدون اورانگي ان لاهوتي فضا ۾ وڃي پهچي ٿو. جنهنجي نه انتها آهي نه حد- پاڻ حضور نبي ڪريم ﷺ جن جي ارشاد **"العلمآء ورثة الانبيآء"** (عالم نبين جا وارث آهن) موجب پاڻ ان وراثت جا حقيقي وارث هئا جيڪا وراثت ولايت کان پوءِ مرتبي جمع الجمع تي پهچڻ کان پوءِ ملي ٿي صحيح وارث اهو آهي جيڪو ان دولتِ ڪامل جو حقدار هجي انبياء عليه السلام وٽ به دولتون هونديون اهن هڪ دولت ولايت جي علم جي ۽ ٻي دولت نبوت جي علم جي جيڪو انهن ٻنهي دولتن جو حامل هوندو اهوئي نبيءَ جو وارث ٿيندو جيڪو رڳو ظاهري علم شريعت کان واقف آهي ته اهو ڪامل وارث نه آهي صحيح وارث اهي سچا اولياء آهن جيڪي ڪمالات ولايت سال گڏ ڪمالات نبوت حاصل ڪري نبوت جي معاملن کي صحيح طرح سان سرانجام ڪن ٿا مگر نبي نه آهن نبي جا وارث آهن.

سندن هڪ طالب کين چيو ته مون کي محبوب سبحاني سيدنا عبدالقادر جيلاني رحمة الله عليه جن جي زيارت ڪرڻ جو گهڻي عرصي کان شوق آهي اوهان مهرباني ڪري دُعا فرمايو ڪو ورد وظائف تعليم فرمايو جيئن خواب ۾ آءٌ سندن رخ انور جي زيارت سان فيضياب ٿي سگهان. پاڻ کينس فرمايائون ته رات جو ڪجهه قرآن پاڪ تلاوت ڪري اهو محبوب سبحاني رح جن جي ارواح مبارڪ کي ايصال ثواب ڪري پاڪ جڳهه تي قبلي طرف منهن ڪري سمهي رهه انشاءَ الله سندن زيارت کان مشرف ٿيندين هن مريد سندن حڪم جي تعميل

ڪرڻ کان پوءِ ٻئي ڏينهن تي ٻڌايو تہ مون اوهان جي حڪم مطابق
عمل ڪيو مگر مون خواب ۾ تہ اوهان کي ڏٺم محبوب سبحاني جن
کي تہ ڪو نہ ڏٺم ۽ اوهان جو تہ روبرو بہ روزانو ديدار ڪريان پيو.
پاڻ فرمايائونس تہ رات جو وري ساڳيو عمل ڪر هن ٻيءَ رات عمل
ڪرڻ کان پوءِ ٻڌايو تہ مان اڄ رات ٻہ شخص ڏٺا مگر اهي تہ ٻئي
اوهان جي صورت ۾ هئا پاڻ فرمايائونس تہ ساڳيو عمل هاڻي ٽين رات
بہ دهراءِ هن ٽين رات عمل ڪرڻ بعد ٻڌايو تہ رات مون ڏٺو تہ محبوب
سبحاني رح جن اوهان سان گڏ تشريف فرما آهن پاڻ فرمايائون تہ
محمد عليءَ ۽ اسان ۾ فرق نہ سمجھہ".

## اخلاق:

پاڻ سموري مخلوق سان اهڙي محبت ۽ اخلاق سان پيش ايندا
هئا جيئن هڪ دوست پنهنجي دوست جي اولاد سان. سندن دل حسد
ڪيني ۽ ڪاوڙ کان پاڪ هوندي هئي ڪڏهن ڪنهن سان ڪاوڙ ۽
سختي سان ڳالهائيندا بہ هئا تہ اها بہ سکيا جي نرمي ۽ انساني فلاح ۽
بهتري کان خالي نہ هوندي هئي جهڙي طرح رسول اڪرم ﷺ جن بعض
صحابہ ڪرام جي بهتريءَ لاءِ اظهار فرمائيندا هئا ڪن سان تہ چاليهہ
چاليهہ ڏينهن نہ ڳالهائيندا هئا بلڪ ٻين صحابہ ڪرام کي بہ انهن کان
تعلق ڇنڻ جو حڪم ڪندا هئا ۽ ڪو بہ صحابي انهن سان نہ
ڳالهائيندو هو جڏهن تربيت ۽ سکيا ٽي ويندي هئي ۽ پاڻ ان جي باطن
کي پاڪ ۽ صاف سمجهندا هئا ۽ ڏسندا هئا تہ هو پنهنجي پروردگار
جي حضور ۾ توبہ تائب ٿي راز ۽ نياز جي لائق ٿي ويو آهي تہ ان لاءِ
معافيءَ جي دُعا گهرندا هئا ۽ محبت سان ڳلي لڳائيندا هئا ۽ رحمت جي
ياڪر ۾ وٺندا هئا.

## خير ۽ نيڪيءَ جا ڪم:

سندن ساري عمر نيڪيءَ جي ڪمن ۾ گذري پاڻ ضرورت وارين جڳهن تي کوهه کٽائيندا هئا ته جيئن ماڻهن يا جانورن کي پاڻيءَ جي حصول ۾ ڪا تڪليف نه اچي واهن يا ننڍين ننڍين شاخن تي ماڻهن جي گذر گاهن تي ڪچيون، پڪيون پليون جوڙائيندا هئا ان متعلق هڪ واقعو مشهور آهي ته پاڻ ڪنهن طرف وڃي رهيا هئا ته هڪ شاخ تي پهتا جنهن کي پار ڪرڻ لاءِ هڪ ڪاني رکيل هئي انوقت اتي هڪ پوڙهي عورت ڪنهن شخص جو انتظار ڪري رهي هئي ته جيئن ڪيس ڪو سهارو ڏئي ٻئي طرف گذاري. پاڻ ان پوڙهي عورت کي جڏهن ٽپائي ٻئي طرف آندائون ته پوڙهي عورت کين دعائون ڏيڻ لڳي ۽ چوڻ لڳي ته فقير محمد علي ٻه وتي تو هنڌ هنڌ پليون نهرائيندو باقي اسان خبر ناهي هن جو کهڙو ڏوهه ڪيو اهي جو هت ڪا ئي پل جوڙائي" تنهن تي پاڻ کينس وراڻيائون ته امان هن کي خبر نه هوندي مان اڄ ئي وڃي کينس ٻڌايان تو سياڻي پل ٺهي ويندي ٻئي ڏينهن پاڻ ان جڳهه تي هڪ ڪچي پل جوڙاياٿون.

## مسجدن جي اڏاوت:

اهڙي نموني پاڻ هڪ وڏي انگ ۾ مسجدون تعمير ڪرايائون جنهن ۾ کهڙا ۾ درگاهه چنيهه فقير جي موجوده جامع مسجد سندن زندهه ۽ جاويد يادگار آهي جڏهن کهڙا جا مخدوم کهڙا شهر ۾ پنهنجي مسجد کان سواءِ ٻي مسجد جوڙائڻ نه ڏيندا هئا ته اهڙي صورتحال ۾ پاڻ سارو بندوبست ڪري محراب تائين مسجد جي تعمير هڪ رات اندر رات جي پهر ۾ پوري ڪرائي ورتي هئائون جڏهن ته

يارنهن ڏينهن اندر هيءَ مسجد جڙي راس ٿي.

## اچي مسجد نارو شاهه:

هيءَ مسجد پڻ سندن تعميري يادگار آهي اچڻ برادريءَ جي جنهن ڳوٺ ۾ هي مسجد واقع اهي اهو ڳوٺ به اچي مسجد سان مشهور اهي. هن مسجد ۾ ته ماڻهو پنهنجي مرادن جي لاءِ منتون رکن ٿا ۽ سندن مرادون ڌڻي پوريون فرمائي ٿو ته مسجد جي درتي خير خيراتون ڪن ٿا. سندن خدمت جو جذبو ان ڪان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو ٿيندو جو پاڻ آخر ۾ وصيت فرمايائون ته منهنجي قبر مٿان ڪا چادر وغيره نه رکجو بلڪ "رلهي" وجهجو جيئن ڪو رات جو دير سان آيل مهمان سردي خاطر يا بستري طور ان کي استعمال ڪري سگهي ۽ سندن وصيت موجب سندن مزار تي رلهي رکيل هوندي هئي جيڪا هينئر رکڻ بند ڪئي وئي اهي جو هينئر ماڻهو گهر کنيون ٿا وڃن.

سندن سخاوت جو ماڻهو مثال ڏيندي بيان ڪن ٿا ته هڪ دفعي پاڻ ناشتو ڪري فارغ ٿي رهيا هئا ته سندن چار پائي هينان ٻليءَ آواز ڏنو جيڪا آواز ڏيڻ ڪان پوءِ سندن طرف نهارڻ لڳي ته شايد ڪو ماني ٽڪر ملي وڃي پر جيئن ته پاڻ ڪاڏو ڪائي چڪا هئا ۽ اتفاقاً بچيل به ڪجهه نه هو مٿان ٻليءَ جي بار بار آواز تي سندن اندر سخاوت جو جذبو پيڙڪي پيو ۽ سندن مٿان هڪ قسم جي خاص ڪيفيت طاري ٿي وئي ۽ ٻليءَ کي مخاطب ٿي فرمائڻ لڳا ٻلي هڪ ته ڪاڏو بچيو ناهي ٻيو اسان جي درتي جنهن صدا هنئي هجي اهو ڪڏهن خالي ويو ناهي ائين ڪندي پاڻ ٻليءَ تي توجه ڏنائون جنهن سبب ٻلي پنهنجي آواز بدران "الله هو" ڪرڻ لڳي ۽ پوءِ پڏائن ٿا نه قدرت جو هڪ عجيب نظارو ٿي پيو جو ان ٻليءَ جي اردگرد ڪافي ٻيو ٻليون جمع ٿي ويون ۽

جڏهن اها ٻلي ڪنهن طرف هلڻ لڳي تہ پيون ٻليون سندس پويان چڻ ادب ۾ هلڻ لڳن پيون اهڙي طرح اها ٻلي هڪڙو ڏينهن زندهہ رهي مري وئي (والله اعلم)

## اولاد:

خداوند ڪريم کين ٽي فرزند ميان امان الله، ميان محڪم الدين ۽ ميان خدادوست عطا فرمايا جن مان ٻہ امان الله ۽ محڪم الدين تہ جوانيءَ ۾ ئي فوت ٿي ويا باقي ميان خدا دوست صاحب ڪمال بزرگ هيو جنهن لاءِ مشهور آهي تہ کهڙا جي مخدومن پنهنجي روايتي مذهبي ڪٽر پڻي* سبب هڪ هندوَ کي لفظ رسول چوڻ سبب زبردستيءَ مسلمان ڪيو جنهن سبب هندو احتجاج ڪندي خيرپور رياست جي والي مير علي مراد خان وٽ مخدومن جي ڏاڍائيءَ جي دانهن ڪئي ويا جنهن تي مير صاحب پنهنجي خاص ايلچي سرائي پيارو خان کي حڪم ڪري مخدوم کي گرفتار ڪرائي ڪوٽ ۾ بند ڪرائي ڇڏيو. مخدوم صاحب ويچارو ڪوٽ ۾ ڪيترا ڏينهن بند رهيو. ميان خدا دوست ۽ ٻين فقير صاحبن ۽ شهر جي نيڪ ماڻهن اسلام جي بالادستيءَ خاطر مير صاحب ۽ سندس ايلچيءَ سان رابطو ڪيو مگر هنن کين ڪا مثبت موٽ نہ ڏني جنهن سبب فقير صاحبن کي ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ جلال ۾ اچي ويا ۽ جمعي نماز کان پوءِ ساري جماعت سميت مٿا اگهاڙا ڪري ننهڻ اُس ۾ مسجد جي اڳڻ ۾ ڏٺيءَ در التجا ڪيائون جنهن ۾ مير ۽ ان جي ايلچي پيارو خان* کي پاراتا ڏنائون جيڪو هن طرح آهي.

*کهڙا جي مخدوم صاحبن جي مذهبي ڪٽرپڻي جو ذڪر ڪتاب "باهيون بيراڳين جون" ۾ بہ ڪيو ويو آهي.

*سرائي پيارو خان جو ڳوٺ شڪر مل راڻي پور جي پرسان آهي جيڪو سندس نالي سان آهي.

"الله الله هو لاهو- الله الله هو لاهو.

مير لڳندئي تير ٻاران دين نبيءَ جي

"الله الله هو لاهو- الله الله هو لاهو.

ٺلهه ڏينديئي نڪاء چٽنگان چؤنري ٻوندئي- مير لڳندئي تير

پياري سندي زال جا پڙ جنڊ ڪڍندي ---- مير لڳند ئي تير

پياري سندا ٻار پيالي منجهه پنند ئي ----- مير لڳند ئي تير.

اها مناجات خداوند ڪريم جي بارگاهه ۾ منظور ۽ مقبول ٿي ۽ مير جيڪو ان وقت گهوڙي تي سوار شڪار ڪيڏي رهيو هئو ان جي گهوڙي کي شڪار گاهه ۾ قدرتي تير لڳو ۽ مير کي جڏهن ان بد دعا جي خبر پئي تہ هن مخدوم صاحب کي آزاد ڪيو اهو بہ ٻڌايو پيو وڃي تہ مير جي ايلچيءَ پياري خان پنهنجيءَ زال ۽ ٻارن کي چيو تہ ڪو ٽانو ڪٽي ٻاڙي مان خيرات پني اچو جيئن اهڙي طرح فقيرن جا نڪتل الفاظ ثابت ٿي وڃن ۽ خدا پنڻ (يعني) فاقي) واري مصيبت کان بچائي.

### عاجزي ۽ انڪساري:

انڪساريءَ ۽ عاجزيءَ جو اهو عالم هو جو هميشه ڏٺيءَ در روئيندا ۽ ڳڙ ڳڙائيندا رهندا هئا ۽ اڪثر هي مناجات بلند آواز پڙهندا هئا جيڪا سندن اوراد ۾ شامل هئي.

اتيتک راجيا يا ذاالجلال ففرج ماتري من سوء حالي

عصيتک سيدي ويلي بجهلي وعيب الذبن لم يطر ببالي

اليٰ من يشتکي المملوک الا اليٰ مولاه يا مولي الموالي

فويلي ليت امي لم تلدني ولااعصيک في ظلم الليالي

وَهَا اناذَا عبيدک عبد سوء ببابک واقف يا ذالجلالي

فان عاقبت يا ربي فاني محق بالعذاب وبالنکالي

وان تعفو فعفوک ارتجيه ويحسن ان عفوت قبيح حالي

**ترجمو:**

اي ذوالجلال اُميد ڪٽي حاضر ٿيو آهيان منهنجي بدحالي جيڪا ڏسي رهيا آهيو اها سنواريو.

مون کي پنهنجي جهالت تي افسوس اٿم مان تنهنجي نا فرماني ڪئي اهي ۽ گناهن جو عيب منهنجي دل کي ڪٽڪيو ناهي.

غلام پنهنجي آقا کي ئي التجا ڪري سگهي ٿو توهان تہ آقائن جا بہ آقا ۽ موليٰ آهيو.

افسوس جو منهنجي ماءُ مون کي نہ ڄڻي ها ۽ مان انڌيري راتين ۾ تنهنجي نافرماني نہ ڪيان ها.

مان توهان جو اهوئي ننڍڙو غلام گنهگار ٻانهو آهيان اي ذوالجلال تنهنجي دروازي تي حاضر ٿيو هان.

اي پروردگار اگر تون مون کي سزا ڏيندين تہ مان واقعي ئي عذاب ۽ سزا جي لائق آهيان.

۽ اگر تون معاف ڪندين تہ آءٌ معافيءَ جو اميدوار آهيان ۽ تمام بهتر ٿيندو جو تون منهنجي بڇڙي حال کي بهتر ڪري ڇڏيندين.

**وفات:**

جڏهن سندن وصال جو وقت ٿيو تڏهن بہ مٿين مناجات سندن لبن تي هئي.

پاڻ سن ١٢٥٦ هجري ۾ هن دار فاني مان دارالبقا طرف هجرت فرمايائون.

# ميان رازقڏنو

## قدس الله سره

(١٢٥٣هـ ------ ١٣٢٩هـ)

هي طريقت جو اهو شهباز آهي جيڪو هڪ ئي پرڪي سان متي، تمام متي نڪري ويو انهن نامعلوم بلندين تي جتي پاڻ ۽ پر، پنهنجي ۽ ڌارئي، ديس ۽ پرديس، قوم، نسل، مذهب، ماضي، حال ۽ مستقبل، خوشي ۽ غم، آس ۽ نراس، هستي ۽ نيستيءَ جو سرحدون نظرن کان اوجهل ٿيون وڃن. جتان خود ذرتيءَ جو هي لکها سالن کان ڦرندڙ گولو قابل رحم لڳي ٿو، جتي آگاهيءَ ۽ ڄاڻ جون ننڍڙيون ٻيڙيون حيرت جي بي انت بحر ۾ غرق ٿيو وڃن. سندس نگاهه معمولي کان معمولي شيءِ ۽ روزمره جي نظاري تي به آهي ته انهن حيرت انگيز منظرن ۽ ڪائناتن تي به آهي جيڪي مادي وجود کان بي نياز آهن ۽ جن کي فقط تخيل جون اکيون ڏسي سگهن ٿيون سندس سيني ۾ چڻ ته هزار ها، لکها دليون آهن جي هر انساني جذبي، احساس شعور ۽ لاشعور جي چرپر کي محسوس ڪن ٿيون ۽ ان جي موٽ ڏين ٿيون سندس اظهار ۾ قيامت خيز طوفان جي انڌي قوت به آهي ته چشمن جو سريلو ۽ جهيٽو سر به آهي ۽ ڍنڍ جي بيٺل پاڻي جو نشيلو سڪون ۽ موسيقي ٻيريل ماٺ به- سندس نالو رازقڏنو هيو واقعي ئي رازق حقيقي خالق ڪائنات هن معروضي دنيا جي وجود تي هن کي پنهنجي راهه کان پتڪيل انسانن جي رهنمائي خاطر حضرت چنيهه رح جي نندي فرزند ذاڪر محمد عليه الرحمة جي اولاد مان ١٢ جمادي الاول ١٢٥٣هـ ۾ کهڙا جي سر زمين تي پهريان کان ئي بشارتون ڏئي موڪليو هي خانواده چنيهه جي اها عظيم شخصيت آهي جنهن جي ولادت کان پوءِ جڏهن

ڦهريون ڀيرو سندس مرشد ڪريمن وقت جي ڪامل ترين بزرگ ۽ بلند مرتبن جي صاحب سخي قبول محمد (دوم) جن جي هن تي نگاهہ بصيرت پئي تہ پاڻ ڏسندي فرمايائون تہ ”هي الله جو اهو ٻانهو آهي جيڪو ڳالهائيندو تہ الله جي خاطر، الله جي باري ۾ الله جي سبب ڪان ۽ تمام مخفي اسرارن سان منع ڪندو براين ڪان ۽ دعوت ڏيندو معروف جي“ ۽ پوءِ جڏهن هو طريقت جي سر مستين سان سرشار ٿي زماني کي مخاطب ٿئي ٿو انسانيت کي پڪاري ٿو تہ سندس فيض ترجمان زبان تي الفاظ اچن ٿا“ اي بارگاهہ خداوندي ڪان دور ڀٽڪيل مردور جي وحشت غفلت ۾ جواني برباد ڪرڻ ڪان پوءِ پوڙهائپ ۾ جواني جي عرصي تي روئين ٿو تہ انهن اشڪبار اکين جي ڳوڙهن جي رواني ۾ انهيءَ جي دوستن جي قافلي جي آخري دستي ۾ شامل ٿيڻ ۾ دير نہ ڪر توکي محروميءَ محروم ڪري ڇڏيو آهي. ڪيترا بهانا ڪندين ڪيستائين سستي ڪندين ڪسيتائين غافل رهندين تنهنجي آخرت جو گهر (آخرت) ويران آهي ۽ تنهنجي هجر جو گهر اباد آهي نهايت ذلت ۽ انڪساريءَ مان وڪ وڌاءِ شايد توبہ توکي مجبور ڪري وجهي ۽ مجبور ٿي ڪري رات جي آخري پهر ۾ تون هڪ سجدو اهڙو ڪري وٺين جيڪو خداوند ڪريم سان تنهنجو تعلق جوڙي وٺي **وَلِلّٰهِ يَسْجُدُ مَن فِي السَّمٰوٰتِ وَالْأَرْضِ طَوْعًا وَكَرْهًا وَظِلٰلُهُم بِالْغُدُوِّ وَالْآصَالِ.**

پاڻ جڏهن تعليم حاصل ڪرڻ جي عمر کي رسيا تہ خانواده چنيهہ جي خاص استاد آخوند سخيرو* جي تعليم وتربيت هيٺ رهي ديني علم حاصل ڪيائون. آخوند سخيرو جنهن پاڻ چنيهہ فقير جي اولاد مان باڪمال بزرگن جي صحبت هيٺ رهندي خاص تربيت حاصل

*سندس اولاد اڄ بہ فقير خاندان سان وابستہ آهي جن ۾ آخوند خدا بخش نور محمد ۽ عطا محمد سندن پونير اڄ بہ پنهنجي وڏڙن جي پيرويءَ تي هلندا اچن.

ڪئي هئي تنهن ڪين شريعت سان گڏ طريقت جي بنيادي اصولن جي
ڄاڻ ڪان به واقف ڪيو پوءِ جڏهن ڪين پنهنجي اندر ۾ معرفت جي
صادق طلب پيدا ٿي ۽ سندن ڪيفيت ان اڃايل جهڙي ٿي جيڪو جهنگ
۾ رڃ ڪي به پري ڪان پاڻي سمجهي بي تاب ٿي ان ڏانهن ڀڄندو اهي
ته پوءِ اهڙي طلب جي شدت ۾ خدا سندن رهنمائي فرمائي **"من يهد الله فَلا مضل لَـه"** اهو ئي فضل الهيٰ آهي جيڪو هدايت جي طور تي
ڪنهن طالب جي باطن کي حاصل ٿئي ٿو ۽ جڏهن الله تعاليٰ پنهنجي
ڪنهن ٻانهي تي پنهنجو فضل ڪري ٿو ته ان کي پنهنجي رستي جي
طرف ڪوشش ڪرڻ ۾ مصروف ڪري ٿو ۽ جيڪو ڪوشش ڪري
ٿو اهو الهيٰ واعدي جي ماتحت اچي وڃي ٿو "جيڪو اسان جي مطلب
۾ جاکوڙ ڪري ٿو اسان ان کي پنهنجي رستي جي طرف هدايت
ڪريون ٿا" انهيءَ هدايت تحت پنهنجي قرب حاصل ڪرڻ لاءِ ڪين
سلوڪ جو اهو طريقو ڏيکاريائين جيڪو قدم به قدم رسول اللهﷺ جن
جي اسوه مبارڪ ۽ الله تعاليٰ جي اخلاق صفت ۽ معرفت حاصل ڪرڻ
وارو رستو آهي پوءِ پاڻ سخي قبول محمد فاروقي قدس سره جن جي
دست اقدس تي بيعت ڪان سرفراز ٿي سلوڪ جو سفر انهيءَ هاديءَ ۽
رهبر جي هدايت هيٺ شروع ڪيائون جيڪو سلوڪ جي واٽ جي
پانڌيئڙن کي پنهنجي ٻاجه ۽ مهرباني سان هٿ پڪڙي منزل تي
رسائيندو رهيو ۽ طالبن جي درجن ۽ مرتبن مطابق علم ۽ عرفان جا موتي
پکيڙيندي حڪمتون ۽ نصيحتون ڪندي ڪندي هڪ هڪ سالڪ کي
سلوڪ جون منزلون ۽ درجا اهڙي طرح طئي ڪرائيندو هيو جو هر
سالڪ پنهنجي قسمت تي ناز ڪندو هيو. پاڻ به اهڙي پير روشن ضمير
جي صحبت ۾ قليل مدت ۾ قرب ۽ وجدان جي ان درجي تي پهتا جتي
عبديت آثار ۽ الوهيت سان همڪنار ٿئي ٿي، عموميت جي اعبتار کان اهو



حضرت ميان ذاڪر محمد رحمتہ اللہ عليہ جن جي
اڻيل قرآن پاڪ جي قلمي نسخي جو عڪس.



حضرت ميان رازق ڏنو رحمتہ اللہ عليہ
جي اڻيل قرآن پاڪ جي قلمي نسخي جو ڏيک.



حضرت ميان رازق ڏني رح جن جي استاد آخوند سنجرو
جي لکيل قرآن پاڪ جي قلمي نسخي جو عڪس.



حضرت قبلہ ميان رازق ڏنو رحمتہ الله عليہ جي آخري آرامگاھ (درميان)
سڄي تان سندن فرزند ميان واحد بخش رح ۽ کاٻي ڪان سندن فرزند
ميان ڪريم بخش رح جن جون مزاروں نظر اچي رهيون آهن.

مقام رسالت آهي جيستائين اولياءَ ڪرام ڪي عروج ٿئي ٿو ليڪن باعتبار معراج محمدي اهو ئي قاب قوسين او ادنيٰ آهي جيستائين اصل طرح ڪنهن ڪي رسائي ڪانهي. پاڻ ڪمال جي انهيءَ مرتبي تي پهتا جتي سالڪ جي نگاهه بصارت پنهنجي خوديءَ کان ڪجهي وڃي ٿي ۽ ان جو شعور بي خودي انانيت مطلق ۾ گم ٿي وڃي ٿو هاڻي اهو شعور خوديءَ جي لباس ۾ هجي يا شعور خدا بينيءَ جي لباس ۾ بحرحال سالڪ جو وجود درميان ۾ حائل نٿو رهي انهيءَ ڪي قرب اتصال چئبو آهي جتي ولايت حاصل ٿئي ٿي.

پاڻ مرشد ڪريمن جي اجازت ۽ خلافت کان پوءِ خلق خدا جي ارشاد طرف متوجه ٿيا ۽ درگاهه چنيهه فقير رح جي پير ۾ مسجد جي اڳيان اتر طرف هڪ تسبيح خانو تعمير ڪرايائون جتي پاڻ سائلن جي حاجت روائي فرمائيندا هئا پاڻ حاجتمندن کي دُعا تعويذ به ڏيندا هئا ۽ عمليات تي پاڻ هڪ قلمي نسخو به تحرير فرمايائون جيڪو اڄ به سندن پوٽيرن مان ميان محمد عثمان صاحب جن وٽ موجود آهي.

## "لقب"

پاڻ نهايت سادگي پسند هئا جسم تي اڪثر ڪڙتو ۽ گوڏ ٻڌندا هئا جنهن سبب سندن والد صاحب کين "گوڏر" سڏيندا هئا ۽ اڄ به پاڻ انهيءَ حوالي سان مشهور اهن سندن والد صاحب سندن نالو رازقڏنو رکيو مگر سندن مرشد ڪريمن کين "نورالدين" ڪري سڏيندا هئا ان سبب پاڻ پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪٿي نورالدين، ڪٿي رازقڏنو ته ڪٿي "رازل" يا فقط پنهنجي ذات جي حوالي سان "اڇڻ" به استعمال ڪيو اٿن. *

---

*جيئن ته ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ پنهنجي ڪتاب "ڪافيون" جي صفحي نمبر155 ۽ 160 تي رازقڏنو ۽ نورالدين به الڳ الڳ شخصيتون ڪري پيش ڪيون آهن جيڪي دراصل هڪ ئي بزرگ جا نالا آهن.

# "ڪرامتون"

ڪائنئن ڪافي خوارق وعادات جو ظهور ٿيو مگر جڳ مشهور ڪرامت باران نماز وارو واقعو آهي تہ سندن علائقي ۾ قحط ۽ خشڪ سالي ٿي پئي فصل سڙڻ لڳا مخلوق پريشان ٿي پئي ۽ بارگاهہ خداوندي مان برسات پوڻ لاءِ اجتماعي دُعائون گهرڻ باوجود بارش جو ڪو آثار ئي نظر نہ اچڻ لڳو تڏهن گمبٽ ۽ کهڙا جي رهواسين فيصلو ڪيو تہ ٻنهي شهرن جي وچ تي نماز استسقا پڙهي وڃي ۽ نماز جي امامت لاءِ نيڪ ۽ اهل دل شخصيتن جو انتخاب ٿيڻ لڳو پهريان طئي ڪيو ويو تہ گمبٽ جي مشهور جيلاني درگاهہ جا بزرگ امامت فرمائن چيو وڃي ٿو ۽ انوقت جي سجاده نشين پير سيد خميس علي شاهہ جيلاني جن پهرين ڏينهن باران نماز پڙهائي مگر بارش جو ڪو آثار نظر نہ آيو ٻئي ڏينهن تي ساڳي طرح کهڙا جي مخدومن جيڪي پڻ وقت جا قاضي ۽ صاحب شريعت عالم هئا انهن مان مخدوم عبدالخالق (ثالث) امامت فرمائي مگر ٻئي ڏينهن بہ خداوند ڪريم جي بارگاهہ ۾ عرض ۽ آزيون قبوليت جو شرف ماڻي نہ سگهيون ٽئين ڏينهن گمبٽ جي پير صاحبن ۽ کهڙا جي مخدومن ۽ شهرين گڏجي اهو طئي ڪيو تہ امامت ڪرائي وڃي ميان رازقڏني کان جيڪو ڪامل مڪمل ۽ درويش بزرگ آهي پوءِ ميان صاحب کي نماز جي امامت لاءِ چيو ويو جيڪو پاڻ پريشان مخلوق جي حال کي ڏسندي قبول ڪندي فرمايائون تہ "انشاءَ الله خداوند ڪريم پنهنجي هن ٻانهڙي کي ڪڏهن بہ مايوس نہ فرمائيندو."

پوءِ ٽئين ڏينهن هڪ ڪثير جماعت جي امامت ڪندي جڏهن

مصلي تي پهتا تہ پاڻ نهايت عاجزي وچان عرض ڪندي هي شعر پڙهيائون.

مون ۾ مداين جو نہ انت نہ شمار
ڪٽان تہ ڪٽي نہ سگهان سندو بدين بار
اچي ڪامل پاڙ قرار- جيڪو اصلئون ٿي اچڻ سان.

انهيءَ شعر پڙهڻ بعد نماز پڙهايائون اها ڳالهہ مشهور آهي تہ جڏهن پاڻ نماز کان فارغ ٿيا تہ آسمان تي بادل ڇائنجي رهيا هئا ۽ ماڻهن ۾ خوشي ۽ جذبات جو منظر ڏسڻ وٽان هيو خوشيءَ مان سندس عقيدتمند ۽ خليفي "وچو فقير" ڪين ڪلهن تي ڪنيو ۽ سندن جڳهہ تي پهچڻ کان پهريان خُدا پنهنجي مهر فرمائي ۽ ايترو تہ وسڪارو ٿيو جو قحط ۽ خشڪ ساليءَ جو خاتمو اچي ويو ٻئي ڏينهن پاڻ کهڙا لڳ ڳوٺ سڪ واهڻ* ۾ تشريف فرما هئا چوڌاري بيٺل بارش جي انهيءَ پاڻيءَ کي ڏسندي هي شعر چيائون:

ساري سڪ واهڻ جي سار لڌي سبحان
مينهن محبت جا موڪليا موليٰ تنهن مڪان
سڪا گاهہ ساوا ڪيا سائينءَ سپ سلطان
فضل فراوان- عطا احمد "اچڻ" تي ڪيا.

-ٻيو واقعو آهي تہ جادو واهڻ جي پناڻن سان گڏ ملتان شهر جا خدڪہ قبيلي جا ڪجهہ ماڻهو سندن شهرت ٻڌي اهو طئي ڪري آيا

*ڳوٺ سڪ واهڻ سان سندن خاص انس هيو سندن شادي پڻ اتان پنهنجي اچڻ برادريءَ مان ٿيل هئي جيڪي رشتيداريون سڪ واهڻ جي ڳوٺاڻن ۽ فقير خاندان ۾ اڃان بہ هلنديون پيون اچن ان کان علاوه وچو فقير، محمد صالح، ۽ خليفو مينهل فقير سندن خاص عقيدتمند هئا جن مان هينئر سڪ واهڻ ۾ مقيم اچڻ برادريءَ جا ٽي پاڙا، وچاڻي، صالحاڻي ۽ خليفا سڏجن ٿا جيڪي فقير صاحب سان اڄ بہ اها عقيدت ۽ نسبت برقرار رکيون اچن ٿا.

تہ اسان کي فقير صاحب اگر اسان جي ٻڌائڻ يا پڇڻ کان اول هڪ تہ
سورة فاتحہ جي معنيٰ ۽ تفسير ٻڌائي ۽ ٻيو تہ ناشتي ۾ ماکي مکڻ
کارائي تہ اسان واقعي ئي سندس بزرگي تسليم کندي سندس مريد
ٿينداسين اهو ارادو ڪٽي هو جڏهن فقير صاحب جي آستاني تي پهتا تہ
پاڻ نماز اشراق پڙهي رهيا هئا جيئن پاڻ نماز کان فارغ ٿيا تہ آيل
مهمانن سائڻ مصافحو ڪيو پوءِ پاڻ مهمانن طرف متوجہ ٿيندي سورة
فاتحہ تلاوت فرمايائون ان جي معنيٰ تفسير ۽ شانِ نزول کين
سمجهايائون جنهن کان پوءِ خادم کي سڏي فرمايائون تہ مهمان پري
کان آيل آهن سندن لاءِ ماکي مکڻ ۽ گرم گرم ماني آڻيو انهيءَ
ڪشف ۽ فراست کان متاثر ٿي هو سندن حلقي ارادت ۾ داخل ٿيا.*

## فن تحرير:

-پاڻ تحرير جي فن ۾ بہ ماهر هئا ۽ بهترين ڪاتب هئا هڪ
دفعي پاڻ خيرپور لڳ ڪنهن ڳوٺ وٽان لانگهائو ٿيا رستي تي هڪ
بينڪ ڏٺائون گرميءَ جي موسم هئي ڪجهہ گهڙيون آرام وٺڻ لاءِ ان
طرف لڙي ويا ڏٺائون تہ اتي هڪ ڪاتب قرآن پاڪ لکي رهيو هيو پاڻَ
کينس ڪجهہ گهڙيون آرام ڪرڻ جو چئي ويهي رهيا، ان تي ان ميزبان
کين چيو تہ هن مس قلم جو خيال ڪجو آءٌ ٻر مان گهر کان ٿي اچان
ٿو. آخر ۾ ميزبان کين تاڪيد کندي چيو تہ هن مس قلم کي هٿ نہ

*ملتان اسٽيشن جي ڀر ۾ اهو خدڪ خاندان مقيم آهي جيڪي اڄ بہ فقير
صاحبن سان ساڳي عقيدت رکيو اچن هنيئر بہ لالہ عزيز الرحمان خدڪ نيڪ
شخص ۽ عبادت گذار انهيءَ خاندان جو سربراهہ آهي جيڪو هر سال خاص طور
انبن جي فصل ۾ انبن وغيره جا تحفا ڪٽي درگاهہ ڪهڙا تي عقيدت وچان حاضري
ڀري ٿو.

لائجو پوءِ جيئن ميزبان گهر ڏانهن ويو تہ پاڻ قلم ڪٽي اڳتي لکڻ
شروع ڪيائون جڏهن ميزبان گهر ڏانهن ٿي موٽيو تہ هن جي هٿ ۾
ماني هئي مگر پري کان نظر پوندي ئي هن جي دانهن نڪري وئي تہ
منهنجي محنت وڃائي ڇڏيئي مگر ويجهو اچڻ کان پوءِ جڏهن هن
سندن لکيل الفاظ ڏٺا تہ متاثر ٿي کين چوڻ لڳو تہ ترسو تہ اوهان جي
لاءِ آءٌ بي ماني ڪٺي اچان هي برتن اوهان جي شان مطابق ناهن ائين
چوندي ميزبان گهر ڏانهن ويو ۽ پاڻ پنهنجي منزل طرف روانا ٿيا.
(سندن لکيل قرآن پاڪ جا قلمي نسخا اڄ بہ بحفاظت موجود آهن).

## بزرگيءَ جو ڪمال

سندن بزرگيءَ ۾ ڪمال جي متعلق مشهور اهي تہ سندن گذر
جڏهن بہ ڪنهن اهڙي مجذوب وٽان ٿيندو هيو جيڪي ڪپڙن کان آجا
(اگهاڙا) هوندا هئا تہ اهي کين ڏسندي ئي رستي ويندن کان زوريءَ
ڪپڙو ڪسي جسم ڍڪيندا هئا يا ڪپڙو نہ ملڻ جي صورت ۾ کين
ڏسي ڊوڙندي پچي لکي ويندا هئا.

## اولاد:

خداوند ڪريم کين بہ نيڪ ۽ صالح فرزند ميان واحد بخش ۽
ميان ڪريم بخش عطا فرمايا جيڪي پڻ سندن حلقي ارادت ۽ تربيت
هيٺ رهندي سلوڪ جون منزلون طيءِ ڪندي معرفت جي اعليٰ مقام تي رسيا.

## وفات:

پاڻ آخري عمر ۾ ضعف ڪمزوريءَ سبب پنج ڏينهن بيمار
رهيا ۽ ٢٩ ذقعيد ١٣٢٩هہ ۾ هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪيائون.

# ميان رازقڏنو
## رحمة الله عليه

## جي

## شاعري

شاعري انساني روح منجهه رچيل پراڻ ڇاتل نغمگيءَ کي هڪ
چٽو احساس بخشي مڪمل اظهار بنائڻ جي نالي سان گڏ ڪوتا وجود
۽ عدم وجود جي سنجوگ مان ڦٽي نڪتل انتهائي ڳجهين ۽ اجهل
احساساتي ڪيفيتن کي هڪ پائدار خيال وارو روپ عطا ڪرڻ جو فن
آهي. جڏهن ته شاعر ڦهليل ڪائنات ۾ انساني روح جي ويا ڪلتا کي
ختم ڪندي ماڻهو جي موجزن ڪشمش کي تخليقي عمل ۾ تبديل
ڪري ٿو.

ليکڪ

١

مينڌرا تنهنجي محبت- بخش ڪري بدي بدي.
ڪرمؤن پنهنجي ڪريم ميان لا
شاهہ ڪيو ڪا شفقت

غرق ٿياسين گناهن ۾ ميان لا
محب ڪج ڪا مدت

همت تنهنجي هر دوجهان ۾ ميان لا
مٿي مون مسڪينت

آسان هن "اڇڻ" جو ميان لا
فائق ڪيو ريءَ فرصت

"رازق" لاءِ رهنما ميان لا
"رازل" سان ٿي رحمت.

٢

سگهي لهه سنيال- سرور سڪاين جي
دلبر درد وندن جي.

سهسين سال گذريا ميان لا
وات واجهايان وصال.

ڪوجها ڪوڙا ڪم منهنجا ميان لا
خام سيپئي خيال.

ڪو نه آ ڪو ڪونين ۾ ميان لا
محبن جي ڪو مثال.

صاحب ڪارڻ سپرين ميان لا
سائل سڻ سوال.

جوش جاڳايا جيءَ ۾ ميان لا
جانب تنهنجي جمال.

راتيان ڏينهان روز مره ميان لا
راهي ٿيا رهوال.

آسان هن "اجڻ" جي ميان لا
ڪامل ڪيو ڪمال

راحم "رازق ڏني" سان ميان لا
حامي هج هر حال.

٣

جانب جيءَ جا جياپ- محمد مهندار من جا.

لطف ساڻ لطيف جي
لالڻ پاءِ لياپ

ادا پانڌي پِرَ جا
نج نماڻيءَ نياپ

باريءَ کان بخشائيو
پازيءَ جا سڀ پاپ

آگاهن اچڻ کي ڏيو
هِتِ هُتِ کي آ جهاپ

رب "رازقڏني" سان ميان
ڪج محبن جا ميلاپ.

۴

اهي ويا پنڌ پهاڙ پري- جن جا دونهان دکن دل ۾

مولا ميڙي محب مون ميان لا
جن ريءَ ساعت نا سري.

وينني واٽ واجهايان جن جي ميان لا
حب هنيين منجهہ هري.

سفر سڌايو سانگ جو ميان لا
من ويڙهيچو وهلو وري.

جن کي جيءَ ۾ جوش جانب جو ميان لا
جري وير جري.

جيکي منهنجي جيءَ ۾ ميان لا.
جانب شل سو جڙي.

آگاهن "اڇڻ" کي ميان لا
عجب آندو عشق اري

"رازقڌنو" روز مرهہ ميان لا
روح اندر رڙي.

۵

محمد مصطفيٰﷺ سچا سيد مجتبيٰ
ماڙ هردم تنهنجي آهيان نورالهديٰ

ڪريان جان وسر مٿان تو فدا.
عاصي عصيان جو آهيان ٿئي توڏانهن عفويٰ

ڪيو ڪارڻهن قلب جي ڏيکاريو جلوا
ماريو اندر دوئي جو آهي نفس سرڪشا.

واهر ڪر حبيب منهنجي، تون آهين ڪامل ڪفيلا
ڪبع مون سان همراهه فضل پنهنجو اصيلا.

مرسل رسائين دانهن ڪا در ڪي خدا.
واصل اوهين تو اتهين از ابتدا.

شفاعت "اڃڻ" تي ڪجو اتي احمد رسولا.
رهبر ٿئي سائل مٿي مهر تنهنجي منورا.

ڪيو نظر پنهنجي هن مسڪين تي مرسل
عرض نورالدين جو ڪيو قبول سرورا.

هيا مشغول موجود مدام– هو حق مولىٰ سان.

دم بدم ذكر ذاتي كن
خالي ناهي اندام.

فاذكروني اذكر كم
اهو قادر جو كلام.

آتش اسم اعلىٰ جي مان
اندر كوثر سان انعام.

"رازل" كي رمز رهبر جي
راز راضي كيو اكرام.

٧

آءٌ تہ آهيان آسروند - منهنجي سار لهندو سيد

ووڙي وندر واٽـڙي ڪيان

پيرين پرينءَ ڏي پنڌ.

من اندر محبت مزيدي

ساهہ سان آهي سڳنڌ.

" اجڻ" جو عرض مڙيئي.

مجيندو عربي احمد.

رهبر " رازقڏني" کي ربي

راهہ ڏيکاريوم رند.

جاني توکي نہ جڳائي- ظلم ڪرڻ ضعيفن سان ميان.

طاعت ڪندن کي وو ميان
توهہ تنهنجي تڳائي.

سور سڄڻن جو وو ميان
ساهہ سارو ٿو سڪائي

وجهہ وحدت جون وو ميان
رکيئي رازل روح ريجهائي.

====

جڏهن عش نينهن اڙايو- تڏهن ذڪر مشڪل آيو.

جيئن زليخان کي دوستي- يوسف ناتو لايو.

محبت مجازيءَ وارو رکي. هرکو ٿو رايو.

عاشق احقر کي ڏسن- دلبر جي اندر اجاريو.

محب ڪيئي ڪيئن قزاقي
وبين مون کي نينهن نائي.

ذات اوهان جي ني وو آهي زور آور.
هلو آلو وي مئن واريان
ظلم نہ ڪجانءِ ذراڪي.

سگ سپرين جي ني وو سرس سرير ۾
هلو آلو وي مئن واريان.
سُرڪي ڏيو صاف ساقي.

فانه تنهنجي ني وو نورالدين کي
هلو آلو وي مئن واريان.
آسان ڪئي اداڪي.

جيڏيون جانب جي جمال- لاٿا خطرا خيال.

سائين سک سپرين ميان لا
سگهي لهج سنيال

ڪارائي قلب جي ميان لا.
قالع ڪج ڪمال.

عيب اڄڻ جا سارا ميان لا.
معاف ڪري متعال.

مدد مريدن ۾ ميان لا
ڪو نہ محبن جي مثال.

دائم دل ۾ درد- جيءُ جيءُ جوڳيئڙن جو.

ساعت سباعت ساه ۾ ميان لا
گوندر سندو گرد.

آه اندر مان اوريان ميان لا.
جبل جلن جلد

آهي "رازل" کي راتيان ڏينهان ميان لا
وات اوهان جو ورد.

دل کي داغيو داغي يار- صورت پنهنجيءَ سان ميان لا

نينهن نيزا نروار لايا
تيز تنهنجي لائي تار

باھ برھ جي تاب مٺي مان
بلڪل لاٿا بار.

ساٿي آيا سپرين ڏانهن ميان.
لهڻ سڪايل سار

رونق رنگي "رازل" کي ڏيو لا
گل ڦٽي ٿين گلزار.

سهٽي دي سهٽي چالي چالي
برهہ ڪئي آهي بي حالي حالي

ڪونهي قرار قلب منهنجي کي ميان
جيئن آب نہ رهي وچ ڇالي ڇالي.

نينهن اوهان جي نازڪ من کي ميان.
مست ڪيو متوالي والي.

منهن معشوق جي مون کي مدامي ميان
خاطر ڪئي خوشحالي حالي.

عشق عجيب جي "اڇڻ" کي ميان
آتش ڪئي عالي عالي.

نال "رازل" جي نرمل گڏجي ميان
جيڪر گيالي گيالي.

آيل من مون وس ناهي پڇڻ تہ بلوچ

ٻاريا عشق اندر ۾ محبت سندا مچ

ويني وات نهاريان پنهل پاتا پيچ

لکيو سڀ ڪا پنهنجو لوڙي منهنجئون لوچ.

مرشد سائين مون کي ڏيو دوستيءَ پيچ.

اچڻ کي احمد ڏيو ڪوثر ڪيچ

واهه واهه اخلاق انساني

تنهن ۾ آهي راز رباني

جلوو ڪيو ڪرم جو،

سائين صاحب سبحاني

نظر نبيءَ نرمل جي.

تي چمڪائي نوراني.

ڪُلّ من الحق مڙني ۾.

هادي پاڻ حقاني

مثل ڪو محبوب جي ناهي

شان سندس شاني

لم يخلق مثله مورک

جهڙس ڪونهي ثاني.

”رازق رازل“ تي سدائين

راضي ٿيءُ رحماني

منهنجو جانب جاني نيندا جت
سڏ نہ پيڙم ساهيڙيون.

ڪيچئون ڪيچي هليا ميان لا
واصل ٿيا وحدت.

ساعت سپرين جي ميان لا.
ساهہ سگهي صحبت

هَيڪئين مٿي هٿ نِي ميان لا.
دوست ڏريا دست

جدائيءَ ڪان جان ۾ ميان لا
"رازل" روئي رت.

هوتن هن جهان ۾ ميان لا.
ويڙهيچن ڪئي وصيت.

راحم آڻ رفيق- جن وئي ورهيہ ٿيا
جن سفر سال ٿيا.

درد انهن جي کان دم دم ميان لا
هينبي آهہ حريق.

جدائيءَ کان جانب جي ميان لا
تن ٿيو آتشويق

هنجون حزن هوتن جي ميان لا
آڻن آب عميق

آگ اندر ۾ اوج ۾ ميان لا
تيز ٿيا تشريق.

ڪين قرار اچي ڪٿي ميان لا
ريءَ ساجن منجهہ رحيق.

وندر واڊوڙن جي ميان لا.
توشي آهي طريق.

ريجهہ "رازقڏني" سان ميان لا
ڪر شافي لڳ شفيق.

منهنجو جانب جائي نيندا جت
سڏ نہ پيڙم ساهيڙيون.

ڪيچئون ڪيچي هليا واصل ٿيا وحدت- سڏ نہ پيڙم...

ساعت ساعت سپرين جي ساهہ سڪي صحبت- سڏ نہ پيڙم...

هيٺي مٿي هٿ تي دوست ڏريا دست- سڏ نہ پيڙم...

هوتن هن جهان ۾ ويڙهيچن ڪئي وصيت- سڏ نہ پيڙم...

جدائيءَ ڪان جان ۾ "رازل" روئي رت- سڏ نہ پيڙم...

ادا قاصد ڪر ڪا ڳالهه- پرينءَ جي پسڻ جي.

پانڌي پهچائين پِرَ کي
هيڻيءَ جو حال.

ڦٽي ڦٽ فراق جا
جسو وڌئين جنجال.

مهر جهين جي من ۾
والي ڪن وصال.

"اچڻ" آهي آسرو
نرمل اوهان جي نوال.

دل ديواني ڪئي- درشن دوست جي ميان

چيز اڇي ڪا چست چڪائي

وئين دلاسو ڏيئي.

ٻاروچل کي ٻاجهه ٻوي ميان

ٻيلي تنهنجا سيئي.

آجو "اڄڻ" کي اوهين ڪيو ميان

دوئي اندر جي ڌوئي.

"رازل" کي راز رباني ميان

وجائي روح جي رئي.

منهنجي دل ۾ لڳي- برھہ سندي لغار
اها آهي مدامي سپرين سار.

ڏيندن ديدار پنهنجي جو
منجهہ جنت جنسار

پنهل سائين ريءَ پسڻ اوهان جي
ناهيان منجهہ قرار

واعدو ڏينهن ميثاق جي
پاڻ ڪيو پروار

ڏيکارين لقاء ديد پنهنجي جو
منجهہ خلد خوش ديار

وساريئون والي مغفرت
گوش نہ ڪن گفتار

بنان ديدار مولىٰ جي
ٻولن ڪا نہ پچار

رنگ گلابي ڪريو لاثا
نور سندا نروار

عاشق "اڇڻ" ڪي اونهون اندر ۾
سوز آهي سردار

هن ڳوليءَ تي ڪر ڪا نظر جي نگاهہ

کھي ڪانڌ ڏي لاهن سڪ ساهہ.

وجهن وندر واٽـڙي

لئي ٻاروچي ڏاناهہ

سواءِ ديد دوست جي

ناهي ٻي ڪا واهہ

جلوو اندر ۾ ٿيون

ڏسن تو شاهہ

"اجڙ" کي آگا ڏيو

روشنائيءَ جا ماهہ.

آءُ پاڻئون پير پري پرپات

جان جي ۾ جڙي نوري تنهنجي نات

غير گناهن جو ڪرمان ڪيو ڪرات.

راهي ٿيان راهه ۾ شاهه اوهان جي شات

عشق "اڄڻ" کي اندر ۾ جوڙيا جرحات

======

لعلڻ لاءِ سرتيون ٿي وڃايان ساج.

آهي اندر تار اهائي پنهل سرتاج

لاهيندو پانهيئون اڄي پاڻ خراج

دردمندن کي ريءَ پاروچي ناهه علاج

عاشق "اڄڻ" کي ڏيو محبت جو ڏاج

ساڪن رهي سيڪار- سهٽا سر ڪي

مشڪ ملي مونکي ميان لا
توڙي عنبر اڪثار

سهسين سرتي سهيليون ميان لا
تنهنجي ويهن چوڌار

ڏس ڏيهان ڏور پيڙو ميان لا
تنهن خوب ڪيو خوشيوار

آگا "اجڻ" ڪي عشق ميان لا
حاصل ٿئيم هڪوار.

بدي اسان جي بالا- آجو ڪيو توهين تن آگا

معرفت منهنجي من ۾ مدامي.
عشق اندر ۾ آگ وڌائي
واري وسج وسيلا

ڪڏا ڪهڄر ڪڍوم قلبئون
سينو صاف ڪيوم سوزئون
سائين سڌ ڏيوم سبيلا

عرض عاصيءَ جو اوهان عربي
ميجيون مڙئي محب مربي
عـز ڏيو "اڄڻ" ڪي اصيلا

"راز رازل" ڪي رواڪيو ربي
جاري رهيم ذڪرِ قلبي
شاغل تنهنجي شغلا

عيني آندو آب اشڪن ۾
دردن داتهه دلبر جي.

جوش جانب جي جوکيو جيءَ ۾
مست مولي محبت مئي ۾

ريءَ الفت عجيب جي آهن
فائق فهم فڪر ۾

ڪن ڪي ڪونهي غم گوندر
ڪي سدا سونهن دردن ۾

اميد "اڇڻ" ڪي آگا سائين
پچائين هڪ ساعت ۾.

جرح ٿيو منهنجي جيري

نينهن نسنگ تنهنجي ناز سان

پهه پڇائي پر پڇان ميان

پئي پوان پيري

جلان پئي جوش جانب کان ميان

جان کي جيان هن ويري

من منهنجي کي مجنون ڪيو ميان

برهہ تنهنجي پيري

رهبر رازقدني کي ميان

سر ڏيوم سيري

مون اصل آهيان بڇڙي بدڪار

توهہ تنهنجي بنا ناهي ڪا ٻي واهر.

ٿورا نماڻيءَ تي آهن دوستن جا هزار

ڀڄي مور نہ سگهان پرين تنهنجي پار

وستي ڪندوم اندر ۾ اچي پرين قربدار

عاشق احقر اڄڻ جي عربي لهہ تون سارَ

سانگين جي تار سنہار- جوش جاڳايا جيءَ ۾

لنگهي لاهوتي لوڪ کان ميان لائي ويا ٿم لار

اونها اندر ۾ نيشن نانگن جا جوڳي رکج جهاڙ

ٻنڌي ٻاروچو ميان وي ڀهڳڻ سندي ٻار

طلب تنهنجي تن ۾ ميان تونهين تونهين ڪري تار

ويني واجهايان واٽ ۾ ميان دوست ڏيکار ديدار

عاشق ”اڇڻ“ اصل اوهان جو ميان دلبر نہ ٿي تون ڏار

راحم پنهنجي ”رازقڏني“ کي ميان پرين اڪارج پار

شربت شوق جو ڏياريو
انهيءَ سار سڀ غير منهنجي ماريو

سوزش جگر منهنجي جي اوهين سڀئي لاهيو.
رهبر راتڙي خانئہ مسڪين گذاريو

بڇڙي بد ڪار پنهنجي ڪي سنئين راهہ لايو
صورت حسنين جي پرين مون پسايو

دلگير ڪي دلدار سان خوش ڪرايو
اسم ذاتي منهنجي من ۾ ثابت پار ڪايو

”اڇڻ“ ڪي مرشد اهو محبوب حقيقي ملايو
نورالدين جي نظر ساري مڙئي لطيفي جياريو

صاحب مير سي سامي
جن گذري گوندر گذيا

لاهي لاڳاپا لوڪ جا ميان
عاقل ٿيا آرامي

لطف ٿين لطيف جو ميان لا
آگي ڪين اڪرامي

واحد ويجها پاڻ وٽ ميان لا
ڪري آگا انعامي

ڏئي وڇوڙو ورهين جو ميان لا
وارث ويا وريامي

عاشق "اڄڻ" تو چوي ميان لا
طلب تنيجي تنکي تمامي

"رازقڏني" کي روح ۾ ميان لا
آهي محبت محب مدامي

سدا سکي ٿو ساهه - صحبت ڪارڻ سانول جي

ڇو نه ڳالهيون ڳائيان ميان لا
روز نهاريان راهه

جان جگر جند ۾ ميان لا
آگ سندو آڙاهه

محب مٺو مون مشتاق کي ميان لا
من ملائي الله

گهر "اچڻ" گهوريان ميان لا
ساجن لهه ٿو سماءَ

ساري سڪ واهڻ جي- سار لڌي سبحان

مينهن محبت جا موڪليا- موليٰ تنهن مڪان

سڪا گاهہ ساواڪيا سائينءَ سڀ سلطان

فضل فرا وان عطا احمد "اڇڻ" تي ڪيا.

=====

جبل جي جهونگار - جوڳين ريءَ ڪو نہ ڪندو

عشق وارن جو "اڇڻ" چوي پنڌ پرينءَ ڏي پوندو

سنت سو سمجهندو- جنهن جو منهن مرشد ڏي.

=====

منتظر منهن ڏسڻ لاءِ آهن عاشق محبوبن

منا تون تان تن- وٺ "رازل" چوي رهہ راتڙي.

# ميان عبدالله

## قدس الله سره

(١٢٧٨ هه ---------- ١٣٣٦هه)

سندن ڄم ١٢٧٨هه ۾ ٿيو. پاڻ ميان محمد چنيهه جي ٽين پشت مان آهن سندن والد جو نالو ميان حاجي محمد بچل هيو جيڪي ميان محمد چنيهه جي وچين فرزند ميان خاوند ڏنو جا فرزند ۽ اهل دل بزرگ هيا. سندن پرورش سندن ئي والد بزرگوار ڪئي پاڻ ايترا ته ذهين هئا جو ١٦ سالن جي عمر ۾ دين اسلام جي پيچيده شرعي مسئلن تي وڏن جيد عالمن سان بحث ڪري سگهندا هئا. مٿن اڪثر وجد ۽ حال جي ڪيفيت طاري ٿي ويندي هئي انهيءَ ڪيف مستيءَ جي حالت ۾ پاڻ شعر به چوڻ لڳندا هئا ۽ ان ڪري ئي پاڻ "مست" ڪوٺجڻ لڳا.

فقير صاحب پنهنجي اندر جي روحاني اڃ ماٽي ڪرڻ لاءِ درگاهه درازا شريف جي مشهور روحاني شخصيت سخي قبول محمد (دوم) جي بيعت سان سرفراز ٿي کين مرشد ڪري ورتو جن ڪينس اندر جي انهن رمزن ۽ اسرارن ۽ روحانيت جي انهن مٿانهن مرتبن کان آگاهه ڪيو جيڪي عام ماڻهن جي تصور ۾ به نٿا اچي سگهن. درويشيءَ ۽ بيباڪيءَ جي ڪري جلد فقير صاحب جي هاڪ پئجي وئي ۽ ڪيترن تنگ نظر ماڻهن جي دلين ۾ سندس خلاف بغض ۽ حسد پيدا ٿيڻ لڳو. وقت جي عالمن مان هڪ ظاهر بين طبقي مٿس شطحيات جو الزام به لڳايو جن ۾ کهڙا جي مخدومن مان مخدوم محمد عاقل (رابع) جو نالو سرِ فهرست آهي مگر فقير صاحب سندن بي بصيرت ڳالهين تي ڪن ئي نه ڌريو هو هڪ ڪامل عارف هيو ۽ وحدت ۽ عرفان جي اعليٰ ترين

منزل تي پهتل هيو.

وحدت الوجود جي فلسفي مطابق ڪريم جو قرب ۽ روشني ساري ڪائنات ۾ ڦهليل آهي ڪا به جاءِ ۽ مخلوق ان ڪان وانجهيل نه آهي پر الهيٰ صفات جو مرڪز آدم آهي جنهن ڪري ان کي عظمت نصيب ٿي جڳ توڙي جڳ وارن ۾ الهيٰ انوار ۽ خدائي صفات پکڙيل آهن جيڪي صفتون خدا جي محبت ۽ عظمت تي دلالت ڪن ٿيون. صوفين مطابق خالق اڪبر قرب ۽ محبت جي جذبي تحت هيءَ ڪائنات پيدا ڪئي ۽ ان جي ڪري ئي دنيا جو نظام هلي ٿو. عام طرح فقير صاحب کي انهيءَ نظريي (وحدت الوجود) جو پرچارڪ سڏيو وڃي ٿو جنهن نظريي موجب سارو وجود اجتماعي حيثيت ۾ حق آهي ۽ وجود جڏهن اجزائي شڪلين يا متعين شخصيتن جي صورت ۾ ڏنو وڃي ٿو ته اهو حق ناهي بلڪ خلق آهي وحدت الوجود جنهن جو ترجمان شيخ محي الدين ابن عربي آهي سو هڪ فلسفيانه نظريو آهي جنهن کي اسلامي عبارتن سان مناسبت ڏياري ابن عربيءَ اسلام ۾ هڪ جديد تصوف جو بنياد رکيو ۽ پنهنجي طريقي تي حق ۽ خلق جي تشريح اهڙي نموني ڪئي اٿس جو خلق جو وجود حقيقي صورت ۾ نٿو رهي بلڪ خلق فقط الله پاڪ جي علم ۾ ثابت شخصيتن جو نالو آهي جن وجود جي بوءِ به ڪا نه سونگهي آهي- ٻئي طرف ان جي مقابلي ۾ "منصوري نظريو" سڏيو وڃي ٿو جنهن موجب خدا هڪ شخص جي وجود ۾ اهڙي طرح سرايت ڪري وڃي ٿو جيئن باهه ۾ لوهه تپڻ ڪان پوءِ باهه ٿي وڃي ٿو اهڙي طرح حق جي بندي م سرايت ڪرڻ ڪان پوءِ بندو حق ٿي وڃي ٿو ۽ هو زبان قال سان انا الحق وغيره پڪارڻ لڳي ٿو جيئن لوهه باهه ۾ تپڻ ڪان پوءِ زبان حال سان چوڻ لڳي ٿو ته مون کي هٿ نه لائجو آءٌ باهه آهيان. اها حقيقت آهي ته فقير صاحب جو شيخ محي الدين ابن عربي جي

وحدت الوجود واري فلسفيانہ نظريي سان ڪو بہ تعلق ناهي هو منصوري رنگ ۾ رتل بزرگ آهي هو هڪ مسلمان صوفي آهي جنهن کان محبت جي غلبي ۾ اگرڪي اهڙيون ڳالهيون ٿي بہ ويون آهن جن کي شطحيات چئي سگهجي ٿو تہ اهڙيون ڪيتريون ئي ڳالهيون حضرت طيفور بايزيد بسطامي حسين بن منصور حلاج يا حضرت سچل سرمست جن کان بہ نقل ڪيون ويون آهن. سلطان عشق جي غلبي ۾ ڪيترا ويچارا پنهنجي هوش حواس کان نڪري وڃن ٿا ۽ جنون ومستي جي حالت ۾ اهڙيون ڳالهيون ڪري وهن ٿا جو هوش ۾ اچڻ کان پوءِ هو پاڻ انهن تي پڇتائن ٿا قبلہ گاهم ميان الهيٰ بخش رح جن فرمايو تہ پاڻ ڪيف مستي جي حالت ۾ هيٺين رباعي بلند آواز سان پڙهندا هئا:

زخلق احمد مختار مستم -زمهرے حيدرِ کرار مستم
نسيمے يافتم از صبح توفيق -زطيبہ روضئہ اشجار مستم
چون من مستم ز مئے هائے الهيٰ -نہ از مئے هاکہ از ديدار مستم
زمشک عود وعنبر گشتہ فارغ -زبوئے طرہِ دلدار مستم
سحر گہ هاتفے در داد پيغام -ازان بوئے خوشِ آن يار مستم
بيا اے زاهدِ شوريده احوال -کہ من از عطر آن خمار مستم
تواز اسلام مئے لافي وطاعت -من از احسانِ آن غفار مستم
چون منصورم درين انور توحيد -ان الحق گفتم وبردار مستم
من ازيک تار زلفش بوئے بردم -کہ ازبوئے خوشِ تاتار مستم

ترجمو: (احمد مختيارﷺ جن جي فيض سان مست آهيان ۽ حيدرڪرار يعني حضرت علي ڪرم الله وجہ جي محبت ۾ مست آهيان توفيق ازل کان مونکي خوشبو پهتي ۽ روضئہ اطهر جي وڻن جي خوشبو ۾ مست آهيان. مون کي ماٺهو مست ڏسي چوندا هوندا تہ شراب ۾

مست آهي مگر مان شربت ديدار ۾ مست آهيان. مشڪ عود عنبر جي مجازي خوشبو کان بي نياز آهيان ۽ محبوب جي ذلفن جي مست ڪندڙ خوشبو سبب مست آهيان. هاتف جو مون کي خوشخبري ڏني ته دوست جي انهي خوشبو سبب مست آهيان. اي شور مچائيندڙ زاهدؤ اچي ڏسو ته مان انهيءَ شراب فروش (محبوب) جي خوشبو ۾ مست آهيان. اي زاهد توکي ته پنهنجي زهد تقويٰ تي ناز آهي ۽ مان انهيءَ غفار جي لطف وڪرم سبب مست آهيان. توحيد جي انوار جي بارش سبب مان به منصور وانگر مست ٿي ڪري اناالحق چوان ٿو ۽ سوريءَ تي مست آهيان مان ته محبوب حقيقي جي زلف جي هڪ تار يعني هڪ وار جي خوشبو سبب مست آهيان)

سندن زبان تي پوري عمر الله الصمد- الله الصمد جو ورد رهيو خدا وند ڪريم جي بي نيازي واري ان صفت جي رنگ ۾ پاڻ ايترو ته رنگجي چڪا هئا جو سندن چار جوان فرزند ميان غلام محمد، ميان هادي ڏنو، ميان مير محمد، ميان خداءِ ڏنو سندن زندگيءَ ۾ ئي وفات ڪري ويا مگر پوءِ به پاڻ خدا جي رضا تي ڪامل استقامت سان راضي رهيا ۽ فرمائيندا هئا ته ”خداوند ڪريم تون واقعي بي نياز آهين“ ۽ الله الصمد الله الصمد وارو ورد ساڳيو ئي باالجهر سندن زبان تي هوندو هيو جڏهن به ڳالهائيندا هئا ته ٿوري ٿوري ڳالهه بعد وري الله الصمد الله الصمد ڏاڍيان چوندي وري پنهنجو ڪلام اڳتي جاري رکندا هئا. سندن حياتيءَ ۾ سندن ڪو به نرينه اولاد زندهه نه رهيو مگر سندن ٻن فرزندن جي گهر اميدواري هئي ۽ ٻن مهينن کان پوءِ سندن وڏي فرزند ميان غلام محمد مرحوم جي گهر پٽڙو تولد ٿيو جنهن تي پاڻ ڏاڍو خوش ٿيا ڪين پاڻ آذان ۽ تڪبير چيائون ۽ ڏٽيءَ در دُعا گهريائون ته ”يا الهيٰ تون هي اسان کي بخش فرماءِ ۽ سندس عمر دراز فرماءِ“ پوءِ

سندن نالو بہ "الهيٰ بخش" رکيائون ۽ پاڻ فرمايائون تہ اسان کي بشارت ملي آهي تہ هي نينگر خدا جي اسرارن مان هڪ اسرار هوندو".

## سنگن مان ڏڪ ڪرڻ واري مشهور ڪرامت

پاڻ نهايت ڪشف ڪرامت وارا بزرگ هئا ڪائنن ڪيئي ڪرامتون ظاهر ٿيون مشهور آهي تہ سندن زبان "سيف الرحمٰن" (رحمٰن جي تلوار) هئي جيڪو سندن زبان مان نڪرندو هيو ائين ٿي ويندو هيو. هڪ دفعي جو مشهور واقعو آهي تہ پاڻ ڪنب لڳ فقير جو ڪڙيو مان جوئر جي سنگن جي ڏاند گاڏي پرائي کهڙا طرف اچي رهيا هئا تہ رستي تي حڪومت جي ڪارندن کين روڪي ورتو ۽ محصول ڏيڻ جو چيو پاڻ انهن کي چيائون تہ جوئر جا سنگ تہ ڪونهن اوهان چڱي طرح ڏٺا نہ آهن هي تہ ڪاٺين جا ڏڪ آهن جيڪي لنگر ۾ ٻارڻ جي ڪم ايندا ڪارندن ڏٺو واقعي ڪاٺين جا ڏڪ هئا جيڪي جڏهن سندن حويليءَ تي لاٿا ويا تہ ساڳيائي جوئر جا سنگ هئا..

### وفات:

پاڻ ١٣٣٦ هجري ۾ هن عالم رنگ وبو مان رحلت فرمايائون.

# ميان حليم الله

## قدس الله سره

(١٣١٠ هه ------ ١٣٩٦هه)

صوفياءِ ڪرام هر دور ۾ اسلام جي جيڪا صورت پيش ڪئي آهي اها بلڪل اهائي صورت آهي جيڪا نبي ڪريمﷺ جن پنهنجي تبليغ جي دور ۾ پيش ڪئي مگر علماء ڪرام هميشه اسلام جي ظاهري تعليمات ۽ سيرت نبوي تي عمل ڪرڻ جي جدوجهد تي زور ڀريو آهي ليڪن انهيءَ ظاهري رخ سان گڏوگڏ ان جو هڪ باطني رخ ٻه آهي جنهن کي هنن بلڪل نظر انداز ڪري ڇڏيو انهن شايد ان طرف غوٰر نہ ڪيو تہ ابتاع نبوي جا ٻہ ٻہ قسم آهن پهريون اتباع صوري يعني ظاهري پيروي ڪرڻ ۽ ٻيو اتباع معنوي يعني باطني پيروي ڪرڻ. اتباع صوري ۾ تہ حضور نبي ڪريم ﷺ جن جي زندگيءَ مثل زندگي گذارڻ، عبادت ڪرڻ جهاد ڪرڻ مطلب تہ هر طرح فعل ۽ قول ۾ سندن پيروي ڪرڻ شامل آهي ليڪن اتباع معنوي جو مطلب اهو آهي تہ حضور نبي ڪريم ﷺ جن کي الله تبارڪ وتعاليٰ سان جيڪو عشق ۽ محبت، ذوق ۽ شوق، قرب ۽ معرفت حضوري ۽ وصال حاصل هيو ان کي استعداد موجب حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ ۽ اهوئي اسلام جو روح ۽ قران و حديث جي تعليمات جو مقصد آهي. حضرت ميان حليم الله رح جن ١٣١٠ هجري ۾ کهڙا ۾ جنم ورتو ياڻ خانوادهہ چنيهہ جي ڪامل ترين شخصيت حضرت ميان رازقڏنو عليه الرحمة جا پوٽا (سندن وڏي فرزند ميان واحد بخش جا فرزند) هئا سندن شمار بہ خاصانِ بارگاهہ جي انهيءَ جماعت سان آهي جن الله جي ٻانهن مڪمل طور تي اتباع

فقط پردو آهي حقيقي معشوق سدائين جيئرو جاڳندو آهي ۽ فطرت (جوڙ ۽ بناوت) بي جان آهي"

پاڻ وقت جي مشهور روحاني پيشوا ۽ درگاهہ درازا شريف جي عمر نمبر سجاده نشين حضرت سخي قبول محمد فاروقي رح جي دستِ اقدس تي بيعت ڪري خاص تربيت حاصل ڪيائون سندن مٿان مرشد ڪريمن جو خاص راز هيو ايتريقدر جو سندن مرشدن جي خدمت ۾ اگر ڪو سائل ايندو هيو تہ پاڻ ميان صاحب جن کي فرمائيندا هئا تہ هن کي تعويذ لکي ڏيو پنهنجي مرشد ڪريمن جي موجودگيءَ ۾ ئي سندن نيابت جو ڪم سرانجام ڏيندا هئا.

سلوڪ جي تڪميل ۽ خلافت حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ پاڻ پنهنجي مرشد ڪريمن جي هدايت سان خلق جي خدمت لاءِ پنهنجي جد بزرگوار حضرت ميان رازقڏنو عليه الرحمة جي تعليمات موجب ارشاد خلق لاءِ سندن جوڙايل تسبيح خاني ۾ سندن ئي تبليغ ۽ ارشاد واري جڳهہ تي اشراق نماز بعد پنهنجي روزانو جي معمولات کان فارغ ٿي ڪري سارو ڏينهن دُعا تعويذ بہ ڏيندا هئا ۽ ڏٽيءَ کي التجائون ڪندا هئا وڏي تعداد ۾ پريشان حال مخلوق سندن در تي حاضر ٿيندي هئي سندن دُعائن سان ڏٽي تعاليٰ ڪيترن ئي سائلن جون مشڪلاتون حل فرمائيندو هيو.

ميان رازقڏنو عليه الرحمة جن کان بعد سندن ئي شخصيت هئي جنهن پنهنجي آباواجداد ۽ بزرگن جي تعليمات کي فروغ ڏنو قوت ۽ جلا بخشڻ سبب ڪمال شهرت حاصل ڪئي. ۽ اڄ بہ ماڻهو نهايت عقيدت وچان سندن آستاني تي حاضري ڀري من جون مرادون ماڱيندا رهن ٿا.

## خلفاء:

مريدن جي وڏي تعداد کان علاوه سندن خليفن ۽ عقيدتمندن جو جيتوڻيڪ هڪ وسيع حلقو آهي مگر سندن خاص خليفو خميس علي ڪلهوڙو هيو جنهن جي ڳوٺ ڳاڙهي موريءَ لڳ تڳيل ڪلهوڙي ۾ سندن قيام ٿيندو هيو هي ڳوٺ پورو سندن عقيدتمندن جو آهي.

خيرپور ۾ جسٽس (رٽائرڊ) رحيم بخش ابڙو، جمال الدين اڄڻ (رٽائرڊ ڊائريڪٽر ليبر) سندن خاص عقيدتمندن مان هئا جيڪي سندن ڪريمانہ عنايتن سان بهرور ٿيا.

کهڙا لڳ ڳوٺ سڪ واهڻ ۾ سندن عقيدتمندن جو خاصو تعداد موجود آهي مگر محمد ڪابل اڄڻ سندن خاص خليفن منجهان هئو جنهن وڏي پابوهہ نياز نوڙت مان سندن درجي حاضري ڏني ۽ سندن دُعائون حاصل ڪيون.

ڪنب لڳ تمراڻي برادريءَ جا ڪافي تعداد ۾ ماڻهو سندن حلقئہ ارادت ۾ شامل آهن جن ۾ حاجي شاهہ محمد تمراڻي سندن ويجهن عقيدتمندن منجهان هيو.

کهڙا شهر ۾ ميمڻ برادري ۾ سيٺ يعقوب ميمڻ، محمد جيئل ميمڻ ۽ حاجي نبي بخش ميمڻ سندن خاص خدمتگذار هئا جن هر وقت سندن درجون حاضريون ڀري دعائون ۽ برڪتون حاصل ڪيو.

## اولاد:

پاڻ پنهنجي اولاد ۾ ٻہ فرزند ميان رازقڏنو (دوم) ۽ ميان الله جڙيو ڇڏيائون.

## وفات:

عمر جي آخري حصي ۾ مختصر علالت کان پوءِ سن ١٣٩٦ هجري ۾ دم ڏٺيءَ حوالي ڪيائون.

# ميان حاجي الهيٰ بخش

قدس الله سره

(١٣٣٢ هه ------ ١٣٩٨هه)

خداوند ڪريم هر دؤر ۾ اهڙا عظيم ۽ سورهيه وجود پيدا ڪيا آهن جن اتهاس جي آئيني ۾ مناسب ڪردار ذريعي عظمتن جون منزلون طئي ڪيون آهن جن پنهنجي سادگي ۽ سچائي سان ڀرپور ۽ لازوال ڪردار ذريعي انساني ضمير جي شفاف چادر تي پنهنجو پوتر وجود تسليم ڪرائي ورتو آهي ڪردار جي ڪٿ ۽ سورهيائپ جي سونهن رڳو ٿلهين ڳالهين، واڪڙ واڪڙ ۽ پاڻ پڏاءَ سان نه پر عمل، سوچ ۽ شعور جي تزپٽي ۽ خيالن ڪي جرائت سان پيش ڪرڻ جي صلاحيت سان ٿي سگهندي آهي. قبله گاهم حضرت ميان حاجي الهيٰ بخش جن جو وجود به اهڙن روشن ضمير انسانن منجهان آهي پاڻ سن ١٣٣٢هه ۾ جنم ورتائون پاڻ حضرت چنيهه جي پنجين پشت منجهان آهن. اڃان ننڍائي هئا ته سندن والد ميان غلام محمد جن هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويا جنهن سبب سندن تربيت سندن ڏاڏي ميان عبدالله جي نگراني هيٺ ٿي چند سالن ۾ سندن ڏاڏي به رحلت فرمائي ۽ پاڻ غيرارادي طور حضور نبي ڪريمﷺ جن جي حياتِ طيبه مثل يتيم ٻچي ويا ڪين اڪيلو ۽ بي يار ومددگار ڏسي سندن رشتيدارن ڪين طرح طرح جون تڪليفون ڏنيون مسئلن ۾ ڦاسايو، جائيداد تي قبضا، ڪوڙا مقدما رشتيدارين جا مسئلا وغيره مگر پاڻ جوان مرديءَ ۽ نهايت صبر تحمل سان انهن مسئلن کي منهن ڏنائون انهن حالتن باوجود پاڻ پنهنجي تعليم ڏانهن به توجه ڏنائون. پاڻ درس نظامي حديث ۽ تفسير تي مڪمل عبور حاصل

ڪيائون. ديني تعليم مولانا محمد هاشم نوابشاهه وارن ۽ مولانا قاضي عبدالحي صاحب ڳڙهي ياسين وارن کان حاصل ڪيائون پنهنجي زندگي ۾ ٻه ڀيرا عراق شام مصر ۽ حجاز مقدس جو سفر فرمايائون ۽ چار ڀيرا حج جي سعادت حاصل ڪيائون پاڻ ان سفر جو ذڪر ڪندي فرمائيندا هئا ته ”عراق جي سفر دوران اسان جو ڪافي عرصو قيام بغداد ۾ ٿيو ۽ ان قيام دوران اتي خداوند ڪريم جي خاص فضل جو مشاهدو ڪيوسين ۽ تمام گهڻيون مهربانيون ٿيون.“ اتان روحاني عطا ٿيڻ سان گڏوگڏ پاڻ ظاهري تصوف ۽ روحانيت جون منزلون طئي ڪرڻ لاءِ وقت جي مشهور روحاني شخصيت حضرت مصطفيٰ صبغة الله شاهه المعروف پير ايراني قدس الله سره، جن جي دستِ اقدس تي بيعت سان سرفراز ٿي سلوڪ جا جملي سبق مراقبا، مشاهدات ۽ روحاني مقامات طئي ڪندي خداوند ڪريم جي عظيم نعمت ولايت جي دولت سان سرفراز ٿي انساني معراج جو درجو ماڻيائون جنهن جو اظهار خود قبله پير ايراني صاحب جن مصطفائيه شريف خيرپور ۾ پنهنجي مرشدن حضرت موهڙوي رحمة الله عليه جن جي عرس مبارڪ جي موقعي تي مريدن جي روحاني ميڙ کي خطاب ڪندي فرمايائون ته ”ميان صاحب جن نهايت خوش خلق، سادگي پسند ۽ ولايت جي درجي تي فائض هئا خدا کين مرتبه ولايت مبارڪ فرمائي“. انهيءَ سان گڏوگڏ هڪ سفيد رنگ جو خرقه مبارڪ قبله گاهه جن جي فرزند ميان غلام محمد جن کي عطا ڪندي فرمايائون ته ”تون منهنجي پاءُ جي نشاني آهين هي خرقو سندن امانت هيو جيڪو کين پهرائي نه سگهياسون سو حق امانت سمجهندي اوهان جي حوالي ڪجي ٿو.

## شجره طريقت:

قبلہ گاهم جن کي طريقت جي چئني معروف سلسلن ۾ ڪمال ۽ خلافت حاصل ٿيڻ کان پوءِ سندن پير طريقت کين ارشاد جي اجازت ڏني ۽ شجره طريقت عطا فرمايو جيڪو صحيح سند سان نبي ڪريمﷺ جن جي ذات گرامي تائين ملندڙ آهي جيڪو چئني سلسلن جو الڳ الڳ ڏجي ٿو:

## سلسلہ عاليہ نقشبنديہ:

ڪما اجازلنا وشيخنا شيخ اجل غوث رباني مصطفيٰ صبغة الله شاهہ پير ايراني وهومن شيخه حامل امانتِ سبحاني خواجہ محمد قاسم کياني موهروي وهومن شيخه خواجہ نظام الدين ولي رومي وهومن شيخه سلطان محمد ملوڪ رومي وهومن شيخه شاهہ عبدالعزيز ڪرنائي وهومن شيخه خواجہ عبدالمجيد وهومن شيخه خواجہ گل محمد وهومن شيخه خواجہ عبدالصبور وهومن شيخه حافظ احمد ثاني وهومن شيخه سيد عنايت الله وهومن شيخه سيد عبدالله راد وهومن شيخه خواجہ محمود وهومن شيخه سيد عبدالقادر ترڪستاني وهومن شيخه خواجہ سيد عبدالباسط وهومن شيخه سيد شاهہ حسين مانڪ پوري وهومن شيخه الشيخ مجد دالف ثاني خواجہ احمد فاروقي السرهندي وهومن شيخه خواجہ محمد باقي باالله وهومن شيخه خواجہ محمد امڪنگي وهومن شيخه خواجہ محمد درويش وهومن شيخه خواجہ محمد زاهد وهومن شيخه خواجہ عبيدالله احرار وهومن شيخه خواجہ يعقوب چرخي وهومن خواجہ علاؤالدين عطار وهومن شيخ سرسلسلہ نقشبنديہ خواجہ بهاء الحق والدين شاهہ نقشبند وهومن سيد امير ڪلال بخاري وهومن شيخه خواجہ محمد بابا سماسي وهومن شيخه محمد عارف ريوگري وهومن شيخ خواجہ خواجگان خواجہ بزرگ خواجہ عبدالخالق غجدواني وهومن

شيخه خواجہ يوسف همداني وهومن شيخه ابوعلي فارمدي وهومن شيخه شيخ ابي الحسن خرقاني وهومن شيخه خواجہ طيفور بايزيد بسطامي وهومن شيخه امام جعفر صادق وهومن شيخه خواجہ قاسم بن محمد بن ابي بكر وهومن شيخه خواجہ سلمان فارسي وهومن شيخه اميرالمومنين ابي بكرن الصديق وهومن حضرت رسالة الرفيعة القدسية صلي لله عليه وسلم وهومن الله تعاليٰ عزوجل.

## سلسلہ عاليه چشتيہ:

اجازلنالٓه دامت بركاته وزيدت درجاته بالباس الخرقة المباركة الچشتيه كما اجازلنا شيخ المحقق المدقق الكامل المكمل حامل امانت سبحاني مصطفيٰ صبغة الله شاهہ پير ايراني وهومن شيخه امام حقاني خواجہ محمد قاسم كياني موهروي وهومن شيخه خواجہ نظام الدين ولي رومي وهومن شيخه خواجہ محمد علي وهومن شيخه خواجہ محمد سليمان تونسوي وهومن شيخه خواجہ نور محمد وهومن شيخه خواجہ فخرالدين محمد وهومن شيخه خواجہ نظام الدين وهومن شيخه خواجہ كليم الله وهومن شيخه شيخ يحيٰ مدني وهومن شيخه شيخ محمد اعظم جبار سلاسل وهومن شيخ حسن محمد وهومن شيخه خواجہ جمال الدين شيخ جمن وهومن شيخه خواجہ محمود شيخ راجن وهومن شيخه شيخ علاؤالدين وهومن شيخه خواجہ سراج الدين وهومن شيخه شيخ كمال الدين وهومن شيخه شيخ نصيرالدين چراغ دهلوي وهومن شيخه خواجہ نظام الدين اولياء وهومن شيخه خواجہ فريدالدين گنج شكر وهومن شيخه خواجہ قطب الدين بختيار كاكي وهومن شيخه خواجہ معين الدين حسن سنجري اجميري چشتي وهومن شيخه خواجہ عثمان هاروني وهومن سيخه مخدوم حاجي شريف زندني وهومن شيخه خواجہ قطب

الدين مودو دالحق وهومن شيخه خواجہ ناصرالدين ابو يوسف وهومن شيخه خواجہ ابو محمد بن احمد وهومن شيخه ابو احمد ابدال چشتي وهومن شيخه سرسلسلۂ چشتيان خواجہ ابي اسحاق شامي چشتي وهومن شيخه خواجہ ممشاد عُلو دينوري وهومن شيخه ابو هبيرة البصري وهومن شيخه شاہ حذيفة المرعشي وهومن شيخه خواجہ سلطان ابراهيم ادهم بلخي وهومن شيخه خواجہ فضيل بن عياض وهومن شيخه خواجہ عبدالواحد بن زيد وهومن شيخه خواجہ حسن بصري وهومن شيخه اميرالمومنين ابي الحسن والحسين اسدالله الغالب علي ابن ابي طالب كرم الله وجه وهو من سيد المرسلين خاتم النبين احمدن المجتبيٰ محمدن المصطفيٰ صلي الله عليه وسلم.

## سلسلہ عاليہ قادريہ:

كما اجازلنا وشيخنا داعي الي الحق مصطفي صبغة الله شاہ پير ايراني وهومن شيخه آيت رباني خواجہ محمد قاسم كياني موهروي وهومن شيخه نظام الدين ولي رومي وهومن شيخه سلطان محمد ملوک رومي وهومن شيخه شاہ عبدالعزيز وهومن شيخه خواجہ عبدالمجيد وهومن شيخه خواجہ گل محمد وهومن شيخه خواجہ عبدالصبور وهومن شيخه خواجہ حافظ احمد ثاني وهومن شيخه سيد عنايت الله شاہ وهومن شيخه سيد عبدالله شاہ وهومن شيخه خواجہ سيد محمود وهومن شيخه خواجہ سيد عبدالقادر وهومن شيخه سيد عبدالباسط وهومن شيخه خواجہ سيد شاہ حسين وهومن شيخه شيخ سيد احمد وهو من شيخه الشيخ سيد شرف الدين قاسم جيلاني وهومن شيخه شيخ محي الدين يحيٰ وهومن شيخه شيخ بدرالدين حسين جيلاني وهومن شيخه الشيخ علاؤالدين علي جيلاني وهومن شيخه سيد شمس الدين محمد جيلاني .

وهومن شيخه سيد شرف الدين يحيٰ وهومن شيخه سيد شهاب الدين احمد جيلاني وهومن شيخه شيخ ابي صالح نصر جيلاني وهومن شيخه سيد عبدالرزاق ابي بكر جيلاني وهومن الشيخ والد غوث رباني سيد شيخ عبدالقادر جيلاني وهومن شيخه الشيخ ابي سعيد مبارک المخزومي وهومن شيخه الشيخ ابو الحسن هنكاري وهومن شيخه الشيخ ابوالفرج طرطوسي وهومن شيخه شيخ عبدالرحمٰن التميمي وهومن شيخه ابي بكر الشبلي وهومن شيخه سيد الطائفہ الشيخ ابي القاسم جنيد بغدادي و هومن شيخه دربان كعبه باطن شيخ معروف كرخي وهومن الامام علي بن موسيٰ الرضا وهومن ابيه الامام موسيٰ كاظم وهومن ابيه الامام جعفر صادق وهومن ابيه الامام محمد باقر وهومن ابيه الامام زين العابدين وهومن ابيه الامام سيد شباب اهل الجنة امام حسين عليه السلام وهومن ابيه اميرالمومنين علي ابن ابي طالب كرم الله وجه وهومن سيد المرسلين المبعوث رحمة اللعالمين محمد العربي صلي الله عليه وسلم وآله الطيبين الطاهرين.

## سلسلہ عاليہ سهروردیہ:

كما اجازلنا وشيخنا بحر رموز عرفاني مصطفيٰ صبغة الله شاهہ پير ايراني وهومن شيخه واقف اسرار پنهاني خواجہ محمد قاسم كياني موهروي وهومن شيخه خواجہ نظام الدين ولي رومي وهومن شيخه سلطان محمد ملوک رومي وهومن شيخه شاهہ عبدالعزيز وهومن شيخه خواجہ عبدالمجيد وهومن شيخه خواجہ گل محمد وهومن شيخه خواجہ عبدالصبور وهن من شيخه خواجہ حافظ احمد ثاني وهومن شيخه سيد عنايت الله شاهہ وهومن شيخه سيد عبدالله وهومن شيخه شمس الدين مرزا مظهر جانِ جانان شهيد وهومن شيخه حافظ محمد عابد وهومن

شيخه شيخ عبدالاحد ثاني وهومن شيخه شيخ احمد سعيد خازن وهومن شيخه شيخ احمد سرهندي وهومن شيخ ووالد شيخ عبدالاحد سرهندي وهومن شيخه شيخ ركن الدين كنگوهي وهو من شيخ عبدالقدس كنكوهي وهومن شيخ مخدوم درويش وهومن شيخ بدهن وهومن شيخ سيد اجمل بهرائجي وهومن شيخه شيخ مخدوم جهانيان جلال الدين بخاري وهومن شيخه شيخ ركن الدين وهومن شيخه شيخ صدرالدين وهومن شيخه الشيخ بهاءُ الدين ذكريا ملتاني وهومن شيخه الشيخ ابي حفص شهاب الدين سهروردي وهو من شيخه الشيخ ابو نجيب عبدالقاهر سهروردي وهومن شيخه الشيخ امام احمد غزالي طوسي وهومن شيخه الشيخ ابوبكر عبدالله نساج وهومن شيخه الشيخ ابوالقاسم كركاني وهومن شيخه الشيخ ابوعثمان سلام المغربي وهومن شيخه حسن ابو علي كاتب وهومن شيخه شيخ احمد بن محمد علي رودباري وهومن شيخه الشيخ ابوالقاسم جنيد بغدادي وهومن شيخه الشيخ عبدالله سري سقطي وهومن شيخه الشيخ معروف كرخي وهومن شيخه خواجه محمد داؤد طائي وهومن شيخه الشيخ خواجه حبيب عجمي وهومن شيخه الشيخ حسن بصري وهومن شيخد اميرالمومنين علي ابن ابي طالب كرم الله وجه وهومن سيد المرسلين احمد مجتبىٰ محمد مصطفىٰ النبي الكريم الصادق الامين رحمة اللعالمين صلي الله عليه وسلم وآله الطاهرين.

## معمول ۽ علم لدني:

قبلہ گاهہ جن پنهنجي زندگي نهايت ئي سادگيءَ سان خدا جي ذات تي كامل توكل ركندي بسر كيائون ۽ ساري عمر شريعت جو دامن نہ ڇڏيائون. سندن هر عمل مان حضور نبي اكرم صلي الله عليه وسلم جن جي سنت نظر ايندي هئي، سادگيءَ هوندي بہ پاڻ كڏهن

تقويٰ ۽ زهد کي نه ڇڏيائون ڪين رياضت ۽ روزانو جي معمولات ۾ ڪمال استقامت حاصل هئي پاڻ پنهنجي حياتيءَ ۾ ظاهري عملن ۾ ڪثرت سان تلاوت قرآن پاڪ فرمائيندا هئا اهو سندن معمول هيو ته پاڻ هر ٽئي ڏينهن قرآن پاڪ جو ختم پورو ڪندا هئا ۽ روزانو درود شريف جي مجموعي دلائل الخيرات جو ختم پورو فرمائيندا هئا.

سندن معمولات ۾ هيو ته رات جي آخري حصي ۾ اٿي پاڻ درگاهه واري مسجد شريف ۾ تهجد نماز ادا ڪندا هئا ۽ پوءِ پنهنجي جد بزرگوار حضرت ميان عبدالله رح جي مزار تي حاضري ڀري فاتحه بعد ذڪر فڪر ۾ مشغول رهندا هئا ايستائين جو نماز فجر جو وقت ٿي ويندو هيو پوءِ پاڻ نماز فجر جي امامت فرمائيندا هئا ۽ اشراق وغيره ادا ڪري گهر ڏانهن واپس ٿيندا هئا. پاڻ فرمايائون ته هڪ ڀيري معمول جيان نماز تهجد ادا ڪري جيئن آءٌ مسجد کان بزرگن جي درگاهه ڏانهن وڃڻ لڳس ته سندن درگاهه جي احاطي ۾ هڪ سفيد پوش نوراني چهره بزرگ* سان ملاقات ٿي جن کان مون کي علم لدني جي توفيق حاصل ٿي ۽ ان کان پوءِ علم جو حصول خود پنهنجي حقيقت کان ٿيڻ لڳو علم پنهنجي ذات ۾ خود بخود پنهنجي ذات کان حاصل ٿيڻ لڳو ڪنهن غير جو دخل نه رهيو. هڪ ٻي جڳهه تي پاڻ تحرير ڪيو اٿن ته هن فقير کي نزول جي وقت يعني سير عن الله بالله جي دوران پنهنجي خاندان جي بزرگن پنهنجي نسبتن جي بهترين انتخابات مان هڪ وڏو حصو عطا فرمايو خاص طور حضرت ميان محمد علي ۽ حضرت ميان رازقڏنو جن جي روحانيت ٻين بزرگن کان تمام گهڻي وڌيڪ امداد فرمائي."

---

* حضرت خضر علىٰ نبينا عليه الصلواة والسلام جن هئا.

## مدرسي جو قيام:

پاڻ پختي عقيدي ۽ اسلام تي گهري نظر رکندڙ مسلمان هئا پاڻ نيڪ عملن جي تبليغ ڪندي صحيح مسلمان جي نشاندهي ڪيائون ان ڪري پاڻ باطل رسم رواج غلط ۽ غير اسلامي نظرين جي نفي ڪندي صرف ۽ صرف اسلام جي پيرويءَ تي زور ڀريائون پاڻ قرآن پاڪ تفسير حديث ۽ شريعت جي بالادستيءَ جا داعي هئا ۽ پنهنجي ان مقصد کي جاري رکڻ لاءِ پنهنجي ڳوٺ ۾ حضرت ميان حليم الله عليه الرحمة جن سان گڏجي هڪ ديني مدرسي جو قيام عمل ۾ آندائون جنهن ۾ استاد مولانا عبيدالله صاحبؒ جن جهڙي مايہ ناز علمي شخصيت جون مدرس ۽ مفتيءَ جي حيثيت سان خدمتون قابل قدر اهن جنهن اسان جي نوجوان نسل کي بنيادي ديني تعليم سان هم آهنگ ڪيو. هي مدرسو سندن سفر حجاز سبب سندن غيرموجودگيءَ ڪري جيتوڻيڪ جوڀن ماڻي نہ سگهيو ۽ شر پسندن هن کي فرقيواريت ۽ مذهبي وڳوڙ ڪرائڻ لاءِ استعمال ڪرڻ جا منصوبا جوڙي ورتا ۽ ڪهڙا جي مخدومن مان انوقت جي سجاده نشين ۽ ڪتاب تذڪره بزرگان سنڌ لکائي تيار ڪرائيندڙ مخدوم شفيع محمد مخالف فقہ جي گروھ سان سوديبازي ڪندي پنهنجي شهر اندر مخالف فقہ وارن کي پنهنجي سرگرمين کي فروغ ڏيڻ جي حمايت ڪئي اهڙين حالتن ۾ نہ صرف هي ديني درسگاھ بند ڪرڻي پئي مگر مخدومن جي سوديبازي سبب اڄ بہ ڪهڙا واسي باطل رسم رواج جي سزا ڀوڳي رهيا آهن.

## فڪر و نظريو:

سندن فڪر مطابق مومن اهو آهي جيڪو يقين محڪم رکڻ سان گڏ خدا جو خوف ۽ دين جو درد رکندڙ هجي ۽ مسلمان هجڻ جو

ڏٺيءَ در شڪرانو بجا آڻيندڙ هجي پاڻ جن اوصاف کي اپنائڻ تي زور پريائون ۽ جن قدرن کي اختيار ڪرڻ جي تلقين ڪيائون اهي سراسر اسلامي آهن جن جي بدولت اسان جو معاشرو تمام روحاني ۽ مادي خوشين سان ڀرپور ٿي ڪري انساني معراج ماڻڻ جي قابل بنجي سگهي جنهن کي حاصل ڪرڻ مسلمانن جي لاءِ مقصد حيات ۽ نصب العين قرار ڏنو ويو آهي.

قبله گاهه جن جو نظريو هيو ته پهريان پنهنجي نفس کي امر معروف ۽ نهي منڪر جي ذريعي ڪمال جي مرتبي تي پهچايو ان کان پوءِ خصوصيت سان ٻين کي امر معروف نهي منڪر ۽ انهن ڪمالات طرف دعوت ڏيو جنهن جا اوهين پاڻ مالڪ عامل آهيو اهڙي ڳالهه اوهان زبان تي ئي نه آڻيو جنهن تي اوهين خود عمل ڪندڙ نه هجو جيئن قرآن مجيد جي تعليم آهي:

**لِمَ تَقُوْلُوْنَ مَالاتَفعَلُوْنَ** (اوهان اها ڳالهه ڇو ٿا چئو جيڪا اوهان خود نٿا ڪريو) ٻي جڳهه تي اهڙوئي ارشاد باري تعاليٰ آهي:

**اَتَامُرُوْنَ النَاسَ بِا البِرِ وَتَنسُوْنَ اَنفُسَکُمْ** (ڇا اوهين ٻين کي نيڪيءَ جو حڪم ڪريو ٿا ۽ پاڻ کي وساري ڇڏيو ٿا).

## مريدن کي تلقين:

قبله گاهه جن هميشه پنهنجي مريدن ۽ عقيدتمندن کي اها تلقين ڪندا هئا ته جيڪا شيءِ اوهان کي خدا جي قريب ۽ ويجهو ڪري ٿي اهو وسيلو آهي ۽ جيڪو وسيلو قرب خداوندي جو سبب بڻجي اها عبادت آهي انهيءَ ڪري مقرر ٿيل فرضن، واجبن، سنتن ۽ نفلن کان سواءِ به ٻين عبادتن جا طور طريقا ذريعا ۽ وسيلا تلاش ڪريو اوهان کي آزادي ۽ اختيار آهي مگر ڪنهن اهڙي عبادت کي وسيلو نه سمجهو

جيڪا اوهان جي فرضن، واجبن، سنتن ۽ مستحبن سان ٽڪرائجي يا انهن جي مقصدن کي ختم ڪندڙ هجي ليڪن اهڙي عبادت هجي جيڪا شرعي حڪمن سان موافقت رکندڙ هجي. هر شخص جي اندر ۾ هڪ مفتي موجود آهي جيڪو قلب سليم آهي انهيءَ کان وقت بوقت پڇندا رهو جيڪڏهن ڪنهن ڳالهه جو حل اوهان جو صحيح عقل ڪڍي نه سگهي ته نا اميد نه ٿيو، خاموش ٿي نه ويهو ۽ شرم نه ڪريو پر انهن ماڻهن کان پڇو جيڪي اهل علم ۽ ڄاڻو آهن اوهان ائين هرگز نه سمجهو ته جيڪڏهن اوهان ڪنهن کان ڪا ڳالهه پڇندا ته اوهان جاهل سمجهيا ويندا اها به نفس ۽ شيطان جي شرارت آهي جيڪو اوهان جي دل ۾ وسوسو وجهي ٿو ته جيئن اوهان خاموش رهو ۽ راهِ حق کان دور ٿي وڃو پر حقيقت هي آهي ته جيڪڏهن اوهان ڪنهن عالم کان ڪوئي مسئلو پڇندا ته اوهان جي عزت ان جي نظر ۾ اڳي کان وڌيڪ ٿيندي اهو عالم يا بزرگ سمجهندو ته هي شخص حق ۽ حقيقت جو طالب آهي بس اوهان نيڪ عمل ڪريو نيڪ عملن جو نتيجو هميشه نيڪ هوندو آهي اهو ئي اوهان جو زاويئه نگاهه هجڻ گهرجي.

پاڻ هميشه اهڙو مرد هجڻ جي ضرورت تي زور ڏيندا هئا جن ۾ مردانگي ۽ بي خوفي هجي جيڪي هر قسم جي برائين کان پاڪ صاف هجن جيڪي سخت ڪوشش ۽ بلند مقصد رکندڙ هجن پاڻ انهن عادتن ۽ عملن کي ناپسند ڪندا هئا جيڪي انسان جي خوديءَ کي ڪمزور ڪندڙ هجن پاڻ ٻين تي ڀاڙڻ، ٻين کان مدد گهرڻ ۽ ٻين جي امداد تي ڀروسو ڪرڻ جي خلاف هئا سندن اهو خيال هيو ته جيڪي قومون ٻين جي سهاري جيئن ٿيون اهي حقيقي معنيٰ ۾ آزاد قومون سڏرائڻ جي قابل نٿيون ٿي سگهجن.

## اولاد ۽ ان جي تربيت:

سندن اولاد ۾ ٻه فرزند ميان غلام محمد، ميان عبدالله ۽ هڪ نياڻي* آهي. پاڻ پنهنجي خاندان ۾ پهريان ترقي پسند سوچ رکندڙ بزرگ هئا جن اولاد کي ديني تعليم کان علاوه دنوي تعليم جي اجازت ڏني ۽ باقاعده تربيت ڪئي سندن ان فعل ۽ سوچ جي پوري خاندان تقليد ڪئي ۽ قدر جي نگاهه سان ڏٺو سندن اولاد ته سندن پرورش هيٺ ئي رهي مگر هن راقم کي سندن وڏي فرزند جي اولاد (پوٽي) هجڻ سبب اها خاص سعادت حاصل آهي جو سندن اولاد کان به زياده سندن قربت حاصل رهي هر وقت ساڻن گڏ رهڻ ۽ خدمت ڪرڻ جو موقعو مليو سندن هر قول و فعل کي ويجهو کان مشاهدو ڪرڻ نصيب ٿيو. جڏهن پاڻ غسل فرمائيندا هئا ۽ آءٌ سندن غسل جي لوازمات جو بندوبست ڪندو هيم ته پاڻ ڏاڍيون دُعائون ڏيندا هئا ۽ يقيناً سندن دُعائن جو ثمر آءٌ اڄ مشاهدو ڪري رهيو آهيان (سؤ وار قربان ٿيان! اهڙي هادي و رهبر شفيق ۽ غريب پرور رهنما ۽ جد بزرگوار تان. خداوند ڪريم درجات بلند فرماءِ اهڙي ڪامل ومڪمل انسان جا ڪين اعليٰ مقام تائين رسائي عطا فرماءِ- آمين بجاه نبي الڪريمﷺ-ليکڪ)

## عقيدتمند:

١. خيرپور واٽر سپلاءِ پلانٽ لڳ قلپوٽن جي ڳوٺ وانڊ ۾ سندن اڪثر قيام ٿيندو هيو. وڏيري خالقڏني قلپوٽي سميت هي سارو ڳوٺ سندن عقيدتمندن منجهان آهي خاص طور انور علي قلپوٽو جي گهر کي پنهنجو گهر سمجهندا هئا جيڪي اڄ به ٻڌائيندا آهن ته

---

*جيڪا ميان محمد عثمان جي اهليه آهي.

پاڻ پنهنجي عقيدتمندن مريدن لاءِ هڪ ديندار والد وانگر شفيق، نئيي وڏي سان وڏي پاهوهہ اڪير سان پيش ايندڙ. سندن زبان مان جڏهن الفاظ نڪرندا هئا تہ انهيءَ منڙي چشمي وانگر جيڪو پٿر جي دل مان ٻاهر نڪرندو آهي ۽ اهو پٿر جيڪو حالات جي بي پناهہ طوفانن جي باوجود پنهنجي جڳهہ کان ذرو بہ نہ هٽندو آهي. هي ڳوٺ واسي اڄ بہ ساڻن بي پناهہ عقيدت رکيو اچن ۽ هو ٻڌائن ٿا تہ هينئر بہ جڏهن ڪين ڪا مشڪل پيش ايندي آهي تہ قبلہ ڳاهم رح جن ڪي هو رهنمائي ڪندي محسوس ڪندا آهن.

٢. خيرپور ضلعي ۾ نيڙهي لڳ ڳوٺ وسريواهڻ ۾ سندن عقيدتمندن جو هڪ خاص حلقو آهي جتي سندن قيام سندن خليفي حاجي ڏاتر ڏنو مرحوم وٽ ٿيندو هيو. حاجي صاحب سندن قديم اصحاب مان هيو نهايت حليم طبع، انڪساري ۽ خاموشي سندس خصوصيت هئي قبلہ ڳاهم جي خدمت ۾ حاجي صاحب ڪيترائي سال گذاريا ۽ حج بيت الله پڻ سندن صحبت ۾ خدمت ڪندي ادا ڪيائون سندس مٿان قبلہ ڳاهم جون عنايت ڀريون نظرون شامل حال رهيون پاڻ سندن صحبت مان گهڻو ڪجهہ حاصل ڪيائون معارف واسرار کان مستفيض ٿيا اڄ بہ سندس اولاد ساڳي عقيدت سان سندن آستاني تي حاضري ڀري ٿي.

٣. نيڙهي کان چند ڪلو ميٽرن جي فاصلي تي نيشنل هاءِ وي تي ڳوٺ ڪرم آباد آهي هي سمورو ڳوٺ سندن حلقئہ ارادت ۾ شامل آهي خاص طور هن ڳوٺ ۾ حاجي محمد پناهہ وڏيرو غلام، دين محمد، الله ڏنو، محمد ڪابل ۽ علي شير جن وٽ سندن قيام رهندو هيو اڄڻ برادريءَ سان تعلق رکندڙ هي سارو ڳوٺ سندن عقيدتمندن ۾ شامل آهي ۽ اڄ بہ سندن پونير ساڳي عقيدت رکن ٿا ۽ سندن

دعائن جي برڪتن سان مستفيض ٿيندا رهن ٿا هن ئي ڳوٺ ۾ ملا
محرم علي اڃان ٻه حيات آهي جيڪو سندن دستِ اقدس تي بيعت
ڪان سرفراز ٿيو ۽ ڪانئن طريقت جي تعليم حاصل ڪئي.

۴. ٺارو شاهه لڳ مختيار ڪار محمد صادق اڄڻ جو ڳوٺ آهي جيڪو
پڻ سندن ارادت ۾ شامل آهي مرحوم محمد صادق پاڻ سائن خاص
عقيدت رڪندو هيو هن ڳوٺ جا رهواسي ملنسار خوش خلق ۽ قبله
گاهه جن سان بي پناهه محبت رکندڙ آهن سندن خاص توجه ۽
عناتين سان اڄ هر طرح خوشحال زندگي گذاري رهيا آهن ۽ سندن
دربار تي اڄ ٻه وڏي عقيدت وچان حاضري ڀريندا رهن ٿا.

ان ڪان علاوه سندن عقيدتمندن جو ڪافي تعداد موجود آهي
مگر مختصراً انهيءَ تي ئي اڪتفا ڪجي ٿي.

## ڪرامتون:

عام طور تي تصوف ۽ صوفياءِ ڪرام جو ذڪر ايندي ئي ذهن
ورد وظائف، چله، مراقبه ۽ ”حق هو“ جي ضربن طرف منتقل ٿي ويندو
آهي. بزرگ انهيءَ ڪي سمجهيو وڃي ٿو جنهن ڪان ڏينهن رات عجيب
وغريب ۽ اڻ ٿيندڙ واقعن جو ظهور ٿيندو نظر اچي. غيب جون خبرون،
مستقبل جا حالات انسان ڪي حيرت ۾ وجهن ٿا درياءَ ۾ مصلي ڪان
ٻيڙيءَ جو ڪم وٺڻ، ويٺي ويٺي دنيا جو سير ڪري اچڻ، هوا ۾ اڏامڻ
اهڙي قسم جا طلسماتي قصا مشهور ۽ معروف ضرور آهن مگر تصوف
۽ صوفين ڪي بغير ڪشف ڪرامت جي سڃاڻڻ ئي مشڪل واري سوچ
غلط آهي بقول ڊاڪٽر علامه اقبال رح جي:

رها نه حلقهٔ صوفي ميں سوز مشتاقي
فسانه هائے ڪرامات ره گئے باقي

جڏهن خلوص نيت ۽ سنجيدگيءَ سان تصوف جي مادر ڪتابن ۽ صوفياءِ ۽ ڪرام جي سوانح حياتن کي پڙهيو وڃي ته صاف طور معلوم ٿيندو ته تصوف فقط ڪشف ڪرامت يا ورد وظائف "حق هوءِ" "تا"نڪ" جو نالو نه آهي بلڪ هڪ عالمگير تحريڪ آهي هڪ اهڙو سانچو جنهن ۾ انسان ڍلجي وڃي اهڙي باهه جو آڙاهه جتان ڪندن بڻجي نڪري. تصوف هڪ اهڙو ادارو آهي جتي تزڪيي نفس ۽ تصفيي قلب جو انتظام آهي جتي "تخلقو با خلاق الله" جو عملي تفسير پڙهايو وڃي ٿو جيڪو ملوڪيت ۽ آمريت جي خلاف مضبوط مورچو آهي جتي چين ۽ سڪون لاءِ ترسندڙ دنيا جي لاءِ سڪون جو سارو سامان ملي ٿو جتي هر شخص پنهنجي انسانيت ۽ غيرت نفس جو پنهنجي اکين سان پاڻ مشاهدو ڪري ٿو جتي ذات پات ننڍ وڏائي ۽ دنوي تفريق جو نالو نشان نٿو ملي جتي هر هڪ کي هڪ ئي نظر سان ڏٺو وڃي ٿو جتي سواءِ ذڪر الهيٰ ۽ خوف خدا جي ڪنهن به مناظري يا بحث جي تعليم نٿي ڏني وڃي جتي علم سان گڏ عمل ۽ عمل سان گڏ يقين پيدا ڪيو وڃي ٿو. صوفين جي سڃاڻ لاءِ ڪشف ڪرامت جو مسئلو تصوف سان هڪ الميو آهي. اولياءِ ڪرام ڪان ڪرامتون ظاهر ضرور ٿين ٿيون ليڪن انهن ڳالهين کي تصوف جو بنياد سمجهڻ ۽ بزرگن جي سڃاڻپ سمجهڻ مڪمل نا انصافي آهي.

خواجه نظام الدين اولياءِ رح فرمائن ٿا ته سلوڪ جا سؤ درجا مقرر ڪيل آهن جنهن مان سترهون درجو ڪرامت آهي اگر سالڪ انهيءَ ئي درجي ۾ رهجي وڃي ته باقي ٨٣ درجن تائين ڪيئن پهچندو."

اوهين جيئن جيئن نبي ڪريمﷺ جن واري قريب دؤر ڏانهن ويندا ته اوهان کي ڪرامتون تمام گهٽ نظر اينديون ڇاڪاڻ ته علم ۽ عمل جي قوت سان ئي باغي دل ۽ سرڪش ذهن مسخر ڪري

سگهجن ٿا جيڪا ڪشش ۾ تاثير اخلاق ۾ آهي اهو ڪشف ۾ ڪرامت ۾ ڪٿي آهي.

قبلہ گاهہ جن ڪان بہ تمام گهڻ ڪرامتن جو ظهور ٿيو هڪ دفعي جو واقعو آهي تہ پاڻ ترائي (مديجي) لڳ اچڻن جي ڳوٺ ۾ تشريف فرما ٿيا اتي سارين جي فصل سبب مڇرن جو ڏاڍو آزار هيو مريدن مڇرن جي خاتمي لاءِ دونهيون وغيره ڪري ڏاڍيون ڪوششون ورتيون تہ جيئن سندن آرام ۾ خلل نہ پوي مگر پوءِ بہ مڇر ختم ٿي نہ سگهيا مريدن جي پريشان حالت کي ڏسندي پاڻ ڪين فرمايائون تہ اوهان آرام ڪريو اسان توهان وٽان مڇر پنهنجي گهوڙي واري داڻي جي ڳوٿري ۾ ڪٺي وڃون ٿا اها حقيقت آهي تہ ان ڳوٺ ۾ ڪيترو عرصو مڇر نہ هيا.

## شعر و شاعري:

سندن قريب هجڻ جي باوجود پاڻ ڪڏهن بہ شاعريءَ جو اظهار نہ ڪيائون مگر سندن تحريري مواد مان پہ ٿي شعر هٿ آيا آهن جيڪي هت ڏجن ٿا:

بيچون بحر بيرنگ - لاتم برهہ بهاران
نہ هجت حاجت هستي- هو هو ڪن سڀ تاران
الهيٰ بخش ساريان- ساجن هر پل ساهہ ۾.

---

آهي عشق آڙاهہ ۾ سوري سيج سبحاني
فنفخت فيه من روحي راز ربي رحماني
اڻ تڻ اور اندر ۾ دل درد ڪئي ديواني
ٿي فراق "الهيٰ" فاني- جيڏيون انهيءَ جوش ۾.

-----

"الهيٰ" پيچري پر جي قابو ڪيف ڪيم
ان حيرت هوش ويم تہ پاڻ نہ ڄاتئي پنهنجو.

-----

سرتيون ذات صفات ۾ سگ نہ ساهينديس
ٻڌي ڪمر ڪيچ ڏي سور نہ وارينديس
جهاڳي لڪ جبل جا لالڻ لوچينديس
آءُ "الهيٰ" ڪاهينديس ڏکيون ڏونگر چاڙهيون.

-----

ڪيچئون ڪيچ وڃڻ جي مون ڪل ڪاڪا نہ پئي
عشق ريءَ اڃڻ چوي عمر اجائي ويئي
جاڳيم جيڏيون ڪينڪي اکين اوجاڳا ڏيئي
هاءِ وهامي ويئي. سانگيڙا سارينديي.

## وفات:

نيٺ اهو وقت بہ اچي ويو جڏهن پاڻ دنيا مان واپس وڃي رهيا هئا دنيا کي هميشه لاءِ الوداع چئي رهيا هيا بستري تي آخري پيرو جڏهن اکيون مٿي کنيائون هن فاني دنيا ڏانهن نهاريئون جڻ سندن اکيون ڇت کان مٿي بادلن سان اک مچولي ڪندي ستارن کي ڏسڻ چاهينديون هجن ۵ ذوالحج ۱۳۹۷ هجري تي فرشتي سندن اکيون بند ڪيون جيئن هو وڌيڪ هن فاني دنيا کي ڏسي نہ سگهن.

## تاثر

سندن روح جڏهن قفس کان آزاد ٿي چڪو هو مگر پوءِ بہ

سندن چهري تي اميد جي جهلڪ هئي سندن چپن تي لافاني مرڪ هئي سندن اکين مان صبر ۽ سڪون ظاهر ٿي رهيو هو جڻ ڪين دنيا کان ڪا به شڪايت نہ هجي هو هت آيو بہ تہ ان لاءِ هيو تہ انسانن جي دلين ۾ زندگيءَ جي امنگ ۽ اڳتي وڌڻ جو حوصلو پيدا ڪري انسان جي پهراڻ کي گناهن واري گندگي کان پاڪ ڪري هو هر نندي وڏي سان پاڪر پاٽي وڏي اکنڊ ۽ اڪير سان ملندو هو دنيا ۾ اهڙا تمام ٿورا انسان هوندا آهن جيڪي ايترا پرخلوص ۽ محبتي هوندا آهن هر ڪنهن جي دل ۾ جلدي جاءِ ناهڻ وارا اهڙا ماڻهو بظاهر سانورڙا ئي ڇو نہ هجن پر اهي ڏاڍا حسين هوندا آهن ڇو تہ حقيقي حسن صاف سهڻي منهن تي نہ پر اجري من تي هوندو آهي. بس هاڻي وڃي يادون رهنديون، اهي نہ وسرڻ جهڙيون سندن ڳالهيون، خالي بسترو، خالي بينڪ، ڪيڏو نہ ڪرب ٿا ڏين، پيڙا ٿا ڏين، اڄ انهن گهٽين ۾ تنهنجي قدمن جا نشان مون کي هٿ نٿا اچن اهي رستا. اهي گهٽ گهير، پيچرا، گهٽيون اپاٽڪيون ٿيون لڳن جتان توهين گذرندا هئا اهي ٻول جيڪي اوهان ٻوليا هئا اهي ورنائڻ لاءِ منهنجا اڄ بہ ڪن آتا آهن توهان اسان سڀني کي اڪيلو ڪري پر لوڪ هليا ويا توهان جي هميشہ لاءِ وڃڻ سان هن جيون جي ڏکن ۾ واڌارو اچي ويو آهي. تنهنجي وئي اڄ مون کي ائين لڳي ٿو جڻ منهنجي چهري تان سرهائيءَ واري مرڪ وڃڙي وئي. زندگيءَ جي جوت واري لاٽ الوپ ٿي وئي.

# منقبت

تیرے آستاں پہ الٰہی بخش دائم ظھور نور ہو
وہ مقام تیرا ہے دیکھتا جسے دیکھنے کا شعور ہو

دیا رب نے تجھ کو کمال ہے لاریب جو بے مثال ہے
کوئی ایسی شیٔ ہی نہیں میاں جو تیری نگاہ سے دور ہو

کروں تیرے حسن کی گفتگو رہوں تیرے سامنے روبرو
نہ مجھے ہو خلد کی آرزو نہ خیال حور و قصور ہو

میں راہِ عمل میں فقیر ہوں میں غریب کب ہوں امیر ہوں
تیری گفتگو کا اسیر ہوں مجھے کیوں نہ اس پہ غرور ہو

میرے لب پہ تیرا ہی نام ہو میری مستیوں کو دوام ہو
جو کسی طرح نہ تمام ہو وہ عطا مجھے بھی سرور ہو

تیرے آستان پہ میری جبیں ہے عنایتوں سے جھکی ہوئی
پڑے تیرے حسن پہ جب نظر تو جمال حق کا ظھور ہو

یہی آرزو ہے یا محترم نہ اجڑ سکے تیری انجمن
جہاں تیرے ذکر کا ہو چمن وہاں ''ذوالفقار'' ضرور ہو

# ميان حاجي عزيز الله
# قدس الله سره

(۱۳۲۲هه --------- ۱۴۱۲هه)

ماڻهو عام طور خود غرض ۽ لالچي هوندو آهي ۽ ڪنهن ٻئي ڪي اسرندو يا چڙهندو ڏسي منجهس حسد جو جذبو نهايت تيزيءَ سان اڀري ڪائي ايرندو آهي ۽ پوءِ هو انهيءَ ڪوشش ۾ هوندو آهي تہ ڪيئن ۽ ڪهڙي ريت ان کي ڪيرائي گمناميءَ جي ڪنڊ ۾ اڇلايو وڃي. حسد ۽ خودغرضي جيئن تہ انسانذات جي اخلاق ۽ ڪردار سان وابستہ آهي ان ڪري ماڻهن ۾ جدا جدا اختلافي نظريا، فلسفا ۽ عقيدا وجود ۾ اچي ويا، جن سان ذات پات ۽ ننڍ وڏائيءَ جا انيڪ متڀيد ۽ ويڇا پيدا ٿي پيا تفرقي ۽ فساد جي قوتن جي مقابلي ۾ قدرت وري انسانذات جي ڀلائيءَ ۽ رهبري جون راهون بہ روشن ڪندي رهي ۽ هر دؤر ۾ دنيا جي هر هڪ ملڪ ۽ خطي م ڪي اهڙا نيڪ انسان پيدا ٿيا جن ماڻهن کي پاڻ ۾ گڏ ۽ ٻڌيءَ ۾ رهڻ جي تلقين ڪئي ۽ هڪ ٻئي سان محبت ۽ الفت جي رشتي قائم ڪرڻ جو پرچار ڪيو. سنڌؤَ جي پاڪ ماتر پڻ انهيءَ ڏس ۾ ڪئين ماڻڪ موتي پيدا ڪيا جن مان ميان عزيز الله جو نالو بہ وڏي اهميت رکي ٿو. فقير صاحب ۲۰ ذيقعد ۱۳۲۲ هجريءَ ۾ کهڙا ۾ چاوا پاڻ وقت جي ڪامل ترين بزرگ هستيءَ ميان رازقڏنو جي صاحب تقويٰ فرزند ۽ ڪامل بزرگ ميان ڪريم بخش جا فرزند هئا. پاڻ ديني تعليم قبلہ گاهہ ميان حاجي الهيٰ بخش عليه الرحمة جن سان گڏ مولانا محمد هاشم نوابشاهہ وارن ۽ مولانا قاضي عبدالحي صاحب ٻُڙهي ياسين وارن کان حاصل ڪيائون ۽ تصوف جي تعليم

پنهنجي والد ميان ڪريم بخش عليه الرحمة جن ڪان حاصل ڪندي
روحانيت ۾ مٿانهون مقام حاصل ڪيائون سندن والد بزرگوار ميان
ڪريم بخش ڪشف و ڪرامت وارا بزرگ هئا سندن ڪشف جو هڪ
واقعو آهي ته پاڻ خيرپور ۾ اهلِ مزار بزرگ حاجي محمد مجتبيٰ رامپوري
رحمة الله عليه جي مزار تي هڪ ڀيري مراقب ٿيا مراقبي کان بعد پنهنجي
خليفي کي فرمايائون ته معلوم ڪر ته بزرگن جو متولي ڪير ۽ ڪٿي
آهي خليفي پڇا ڪرڻ تي معلوم ڪيو ته مولانا منظور احمد مدني جن
بزرگن جا خليفا ۽ روحاني جانشين آهن مگر پاڻ سعودي ويل آهن پوءِ
پاڻ نياپو ڇڏيائون ته اهي جڏهن اچن ته کين ٻڌائجو ته اهلِ مزار
بزرگن جي خواهش آهي ته سندن جسد خاڪي هن جڳهه تان يا ته
منتقل ڪيو وڃي يا پر ۾ گندي پاڻي جو ڪڏو آهي ان کي ختم ڪرايو
وڃي ان کان ڪجهه عرصي بعد جڏهن مولانا منظور احمد مدني صاحب
جن خيرپور آيا ته کين فقير صاحب جو اهو نياپو ڏنو ويو جنهن جي
تصديق ڪرڻ لاءِ پاڻ کهڙا فقير صاحب وٽ حاضر ٿيا فقير صاحب کين
صورتحال کان آگاهه ڪيو جنهن کان پوءِ اهو ڪڏ وارو پلاٽ پاڻ خريد
ڪري گندي پاڻيءَ جو ازالو ڪيائون پاڻ پنهنجي بزرگن جي سلوڪ تي
هلندي قرب ۽ اتصال جي مقام تي پهتا اهو قرب ۽ اتصال محسوس
ڪرڻ ۽ ڇهڻ وارو قرب ۽ اتصال نه آهي جنهن کي ظاهري شين وانگر
سمجهيو وڃي پر اهڙو بي مثال ۽ بي رنگ آهي جنهن کي ڪيفيت جي
فرق سان نٿو سمجهي سگهجي شريعت جي مقدس زبان ۾ ان کي **نَحنُ
اَقرَبُ اِلَيهِ مِن حَبلِ الوَرِيدِ** (اسان تمام ويجها آهيون ان کي ڪنڌ
جي رڳن کان) سان بيان ڪيو ويو آهي هڪ سالڪ ان ڪنڌ جي رڳن
کان وڌيڪ ويجهي وصل جو مشاهدو انهيءَ وقت ڪري سگهي ٿو
جڏهن خود به پنهنجي ساهه جي رڳن کان قريب تر هجي اتي پهچي

ڪري سالڪ جي نگاهہ بصارت پنهنجي خوديءَ کان ڪڇي وڃي ٿي ۽
ان جو شعور بي خودي انانيت مطلق ۾ گم ٿي وڃي ٿو هاڻي اهو شعور
خوديءَ جي لباس ۾ هجي يا شعور خدا بيني جي لباس ۾ انهيءَ کي ٿي
قرب ۽ اتصال چئبو آهي.

پاڻ حزب البحر ۽ سورة مزمل شريف جا عامل هئا حزب البحر
جو دستور ۽ اجازت ڪين ٽنڊو سائينداد وارن سرهندي بزرگن کان
حاصل ٿي جڏهن تہ ڪين مزمل شريف جي عمل جو دستور ۽ اجازت
پنهنجي والد بزرگوار ميان ڪريم بخش رح جن کان حاصل ٿي جن کي پنهنجي
مرشدن حضرت سخي قبول محمد فاروقي (دوم) رحمة الله عليه جن کان عنايت ٿي.

پنهنجي زندگيءَ ۾ پاڻ حجاز مقدس جو سفر فرمايائون ۽ حج
بيت الله جي سعادة حاصل ڪيائون جنهن کان پوءِ پاڻ "حاجن سائين"
جي حوالي سان مشهور ٿيا پاڻ سارو ڏينهن عبادت ۽ رياضت الهيٰ ۾
گذاريندا هئا سارو ڏينهن مسجد شريف ۾ گذاريندا هئا اتي ئي
عقيدتمند جا مسئلا ٻڌندا هئا دُعائون گهرندا هئا ۽ تعويذ ڏيندا هئا
جو بہ جو پنهنجي جد بزرگوار حضرت ميان رازقڏنو عليه الرحمة جي
نقشِ قدم تي ثابت قدم رهيا پنهنجي پوري حياتيءَ ۾ رمضان شريف
جي آخري عشري وارو اعتڪاف بغير ڪنهن عذر جي قضانہ ڪيائون.

سندن مريدن جو هڪ وسيع حلقو آهي جيڪي هر مهيني جي
پندرهين تاريخ جي رات سندن مزار تي سندن جاءِ نشين ميان محمد
عثمان جي سرپرستي ۾ نعت خواني ۽ قرآن خواني جي محفل رچائي نياز
لنگر تقسيم ڪري نهايت عقيدت وچان حاضري ڀرن ٿا پاڻ عمر جي
اخري حصي ۾ تمام ضعيف ٿي چڪا هئا ايتريقدر جو نماز بہ ويهي ادا
ڪندا هئا مگر پوءِ بہ پاڻ خدا جي گهر (مسجد) سان ربط نہ ٽوڙيائون ۽ انهي
حالت ۾ ١٦ ذوالحج ١٤١٢ هجري ۾ مالڪ حقيقي طرف سفر آخرت فرمايائون.

# ميان غلام محمد

## رحمة الله عليه

(۱۹۴۲ع --------- ۱۹۹۵ع)

ڪي ڪي انسان زمان ۽ مڪان جي حد بندين کان ٻاهر نڪري ڪائناتي گولائين ۾ پنهنجي ادا ڪيل ڪردار جي مهابي امر ٿي وڃن ٿا ۽ ان سان گڏوگڏ اتهاس جي وهڪري کي نئون رخ ڏئي ڪنهن اهڙي پهلو کان آشنا ڪرائن ٿا جيڪو پنهنجي جوهر ۾ نڪورو منفرد ۽ ممتاز هجي ٿو پر ساڳئي وقت انساني سوچ کي به انهيءَ حد تائين متاثر ڪري ٿو جو سندس ڪاوشن جو ذڪر هڪ اڻوسرندڙ باب سڏرائي سگهي خداوندڪريم اهڙين خوبين سان نوازي گهڻ رخي سوچ جي مالڪ ميان غلام محمد کي کهڙا ۾ نياز ۽ نوڙت واري سنڌ ڌرتيءَ جي هن چنيهه سائين جي ايوان تي موڪليو. پاڻ قبله گاهم ميان الهيٰ بخش رح جن جا وڏا فرزند ۽ هن راقم جا والد هئا سندن والد بزرگوار سندن پرورش ۾ ڪا به ڪسر نه ڇڏي ايتريقدر جو جڏهن پاڻ ممتاز ڪاليج خيرپور ۾ پڙهندا هئا ته پاڻ اچانڪ سندن هاسٽل واري ڪمري تي به سندن جائزو وٺڻ ويندا هئا. پاڻ ڪين ننڍي هوندي کان ئي دين اسلام جي اصول موجب نماز جي ترغيب ڪندا هئا انوقت پاڻ نماز نه پڙهندا هئا مگر قبله گاهم جن کي چوندا هئا ته سائين آءُ جڏهن نماز پڙهڻ شروع ڪندم ته پوءِ قضا نه ڪندم اوهان صرف دُعا ڪريو" ۽ پوءِ باقاعده ائين ڪري ڏيکاريائون جڏهن کان نماز پڙهڻ شروع ڪيائون ته آخر تائين نماز قضا نه ڪيائون.

## بيعت ۽ سلوڪ جو سفر:

پاڻ اوراد ووظائف جا شوقين هئا درود مستغاث بلند آواز سان
عشا نماز بعد مصلي تي ويهي عرصي ڪثير کان پڙهندا هئا پاڻ پنهنجي
والد جي وفات کان پوءِ سلوڪ طرف مڪمل رجوع ٿيا ۽ خواجه الله
بخش غفاري ڪنڊيارو وارن جي سلسلي نقشبندي ۾ بيعت ڪيائون ۽
غفاري بزرگن جي هن دنيا مان وصال کان پوءِ ميان منظور احمد مدني
دربار مجتبائيه خيرپور وارن ڏانهن سلسله عاليه نقشبنديه جي تڪميل
لاءِ رجوع ڪيائون جڏهن ته آءٌ شروع کان ئي قبله گاهم جد بزرگوار
جن جي رهنمائي سان قبله پير ايراني قدس سره جن جي بيعت سان
سرفراز ٿي سندن صبحت اختيار ڪري چڪو هيس هڪ ڏينهن قبله پير
ايراني رح جن (راقم) کي فرمايو ته اوهان پنهنجي والد کي اسانوٽ وٺي
اچو پوءِ مون قبله پير صاحب جن جو پيغام کين عرض رکيو پوءِ پاڻ
قبله پير ايراني جن جي دستِ مبارڪ تي سلسلي مصطفائيه ۾ بيعت سان
سرفراز ٿيا مگر سندن سلسله مصطفائيه سان رغبت نه هجڻ سبب پاڻ
منظور احمد مدني رح جن ڏانهن زياده متوجه رهيا ان کان علاوه پاڻ
جتي به ڪو ڪامل ولي الله ٻڌندا هئا ته انهن ڏانهن ويندا هئا پاڻ
پنهنجي پوري حياتي معرفت جو مقصود حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ۾
مصروف رهيا. اهل مزار بزرگن جي مزارن تي حاضري ۽ چله ڪشي
سندن شغل رهيو خاص طور قلندر شهباز جي مزار (سيوهڻ) تي ڪافي
حاضريون ڀريائون انهيءَ سلوڪ جي جاري سفر ۾ ئي سندن آخري وقت
اچي ويو. سندن وفات بعد جڏهن قبله پير مبارڪ پير ارچي مظلهم العالي
جن ڏانهن رجوع ڪيو ويو ته پاڻ فرمايائون ته بذريعه مڪاشفه معلوم
ٿيو ته "سندن معاملو سندن والد بزرگوار جن جي ڪريمانه شفقت ۽

عنايتن تحت قبلہ پير ايراني رح جن جي توجہ سان انجام تي پهتو ڪين اعليٰ مقصد (ولايت جو درجو) حاصل ٿيو.

(خداوند ڪريم سندن درجات عالي بلند فرمائي ۽ سرِ منزل انسانيت تائين رسائي عطا فرمائي ڪري ڪين انساني معراج سان سرفراز فرمائي- آمين بحرمت خانواده نقشبند رضوان الله عليهم اجمعين.)

## تعليمي خدمتون:

سندن آدرش ۽ سپنا سموري انسان ذات جي ملڪيت هئا پاڻ ڪنهن جينئس وانگر پنهنجي فطرت ۾ ئي ادب ۽ احساس جا اندلٺي رنگ ڪٺي پيدا ٿيا هئا پر انهن خوبين کي برقرار رکڻ لاءِ پاڻ بيحد محنت ڪيائون پاڻ ڪهڙا جي واحد ديني درسگاهہ جا سرپرست ۽ ڪهڙا هائر سيڪنڊري اسڪول جا انچارج پرنسپل هئا پنهنجي شهر واسين جي مڪمل طور بي لوث تعليمي خدمت ڪيائون قدرت، فطرت يا خدا جيڪو بہ انساني وجود جو بنيادي سبب آهي تنهن صلاحيتن ۽ خوبين جي لحاظ کان هڪ انسان کي ٻئي انسان کان افضل ۽ بهتر ڪو نہ ڪيو آهي البتہ حالتن ماحول ۽ ذات جا اولڙا شخصيتن جي جوڙجڪ تي ضرور پيا آهن انسان کي جنهن اعليٰ پئماني جي همت، سچائي، سمجهہ، ضابطي ۽ احساس جي ضرورت آهي سوڪو سپر اسٽور تي وڪامجندڙ وکر ڪونهي جيڪو هر ڪنهن کي حاصل هجي مگر ڪنهن ڪنهن انسان کي تمام گهٽي جاکوڙ، پيڙا ۽ مستقل مزاجي کان پوءِ اهڙي روح پرور شڪتي حاصل ٿئي ٿي سندن جامع شخصيت حضور نبي ڪريمﷺ جن جي ارشاد: فَنصرتُ بالرعب (منهنجي رعب سان مدد ڪئي وئي آهي) جو پورو مظهر هئي سندن شخصيت اڳيان ڏاڍن جا ڏيل ڏڪي پوندا هئا پاڻ بهترين ايڊمنسٽريٽر هئا پنهنجي صلاحيتن کي مڪمل طور

استعمال ڪندي پنهنجي مدد پاڻ تحت اسڪول جي تعمير لاءِ نمايان خدمتون سرانجام ڏنائون. پاڻ مطالعي جا ڪوڏيا هئا خاص طور تصوف تي ڪين وسيع مطالعي سبب ڪمال ڇاڻ حاصل هئي. ڪتابن جو وڏو ذخيرو موجود هيو. پر افسوس جو اهو علم کان بيگانن ۽ ناآشنا فردن جي نا اهليءَ جي ور چڙهي ويو.

**وفات:**

مشيئت ايزدي موجب پاڻ ١٥ فيبروري ١٩٩٥ع ۾ دم ڌڻيءَ حوالي ڪيائون.

# دربار رسالت مآب ﷺ مان چنيهم خاندان جي بزرگن کي حاصل ٿيل سعادت

الحمدلله- کهڙا جي چنيهه خاندان جي بزرگن کي دربار رسالت مآب ﷺ ۾ روحاني حضوري ۽ شرف بازيابي جي اها سعادت حاصل آهي جو کين بارگاهه نبوي ﷺ مان مختلف انعامن واڪرامن سان نوازيو ويو. هي درود شريف به انهن انعامن منجهان آهي چنيهه خاندان جي هڪ بزرگ (سندن اسم ظاهر ڪرڻ ممانعت آهي) کي مجلس محمدي ﷺ ۾ حاضريءَ جو شرف حاصل ٿيڻ وقت مختلف موقعن تي ست (٧) درود شريف حاصل ٿيا جيڪي سينه به سينه هن ليکڪ تائين پهتا انهن منجهان هي پهريون درود شريف سرڪار مدينه ﷺ جي پروانن ۽ درود شريف جي شائقين تائين پهچائڻ جي سعادت ڪري رهيو آهيان جيڪو درود شريف جي دنيا ۾ هڪ حسين اضافو پڻ ٿيندو. درود شريف جي فضائل ۾ اهو ئي ڪافي آهي ته پاڻ ڪريمن ﷺ هي درود شريف بزرگن کي بطور انعام تحفةً عطا فرمايائون باقي ڇهه (٦) درود شريف به جلد عوام الناس تائين پهچائڻ جي سعادت حاصل ڪبي.

# درود مفتاح البرکات

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِیْمِ ط

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ وَبَارِكْ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا مُحَمَّدِ الْمَوْصُوْفِ بِخَيْرِ النُّعُوْتِ وَالْاَسْمَآءِ وَصَلِّ عَلٰى مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ دُرَّةِ تَاجِ الْحَيَآءِ وَجَوْهَرَةِ الشَّرِيْعَةِ الْغَرَّاءِ وَصَلِّ عَلٰى مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ بَحْرِ الْعِلْمِ الزَّاخِرِ بِيَنَابِيْعِ الْحِكْمَةِ وَالذَّكَآءِ وَصَلِّ عَلٰى مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ مَاسَطَعَتْ شَمْسُ السَّمَآءِ فِى سَائِرِ الْاَرْجَاءِ وَصَلِّ عَلٰى مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ مَّا سَبَحَتُ الْاَرْوَاحُ فِى بَيَادِيْنِ الصَّفَآءِ وَصَلِّ عَلٰى مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ قَطَرَاتِ الْاَمْطَارِ وَذَرَّاتِ الْهَوَاءِ وَصَلِّ عَلٰى مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ وَاكْفِنَا شَرَّ الْمَعْصِيَةِ وَالرِّيَآءِ وَصَلِ عَلٰى مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ تَنَفُّسِ الْاَرْوَاحِ وَتَسْبِيْحِ مَلَائِكَةِ السَّمآءِ وَعَدَدَ حَرَكَاتِ الْكَوَاكِبِ فِىْ فَسِيْحِ الْفَضَآءِ وَصَلِّ عَلٰى مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ شَمْسِ اللّٰهِ وَضُحَاهَا وَصَلِّ عَلٰى مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ قَمِرَالسَّمَآءِ اِذَا تَلَاهَا وَصَلِّ عَلٰى مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ نُوْرِ النَّهَارِ اِذَا جَلَّاهَا وَصَلِّ عَلٰى مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ صَلَاةً مَا اَذْكَاهَاوَ اَحْلَاهَا وَصَلِّ عَلٰى مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ صَلَاةً عالية فى ضيآءِ سَناهَا وَصَلِّ عَلٰى مَوْلَانَا مُحَمَّدِ صَلَاةً كَامِلَةً لَايُدْرَكُ عُلَاهَا وَصَلِّ عَلٰى مُوْلَانَا مُحَمَّدٍ صَلَاةً مُسْتَمِرَّةً لَامُنْتَهٰى لِمَدَاهَا وَصَلِّ عَلٰى مَوْلَانَا مُحَمَّدِ مَاظَهَرَتْ مَعَانِىَ الْقُرْآنِ بِالْاِفْصَاحِ

وَالْإِعْرَابِ وَصَلِّ عَلىٰ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ وَاسْقِنَا مِنْ كَوْثَرِ حُبِّهٖ عَذْبَ الشَّرَابِ وَصَلِّ عَلىٰ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ وَاحْفَظْ قُلُوْبَنَا مِنَ الشَّكِّ وَالْاِرْتِيَابِ وَصَلِّ عَلىٰ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ كَرِيْمِ الرِّحَابِ عَظِيْمِ الْجَنَابِ وَصَلِّ عَلىٰ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ مَلْجَئِنَا الْاَكْبَرِ يَوْمَ الْحِسَابِ وَصَلِّ عَلىٰ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ الْحَطٰى وَالثَّرىٰ وَالرَّمْلِ وَ ذَرَّاتِ التُّرَابِ وَصَلِّ عَلىٰ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ مَدَى الدُّهُوْرِ وَالْعُصُوْرِ وَالْاَحْقَابِ وَارْفَعْ عَنْ قُلُوْبِنَا الظُّلْمَةَ وَالْحِجَابَ وَصَلِّ عَلىٰ مَوْلَانَا مُحَمَّدِ الَّذِيْ اُسْتَمَدَّتْ مِنْ نُوْرِ وَجْهِهِ الْجَمِيْلِ جَمِيْعُ الْكَوَاكِبِ النَّيِّرَاتِ وَصَلِّ عَلىٰ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ صَاحِبِ السَّجَايَا الْكَامِلَاتِ وَالْإِخْلَاقِ الْفَاضِلَاتِ وَصَلِّ عَلىٰ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ دَوْحَةِ التَّقْوٰى الظَّلِيْلَةِ فِىْ رِيَاضِ الطَّاعَاتِ وَصَلِّ عَلىٰ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ بَهْجَةِ الدُّنْيَا وَرَحْمَةِ الْمَوْجُوْدَاتِ وَصَلِّ عَلىٰ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ الْمُحَيَّا لَيْلَةَ الْإِسْرَاءِ بِاَكْمَلِ التَّحِيَّاتِ وَصَلِّ عَلىٰ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ بَابِ الْخَيْرَاتِ وَمِفْتَاحِ الْبَرَكَاتِ وَصَلِّ عَلىٰ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ شَمْسِ فَلَكِ الْاَسْمَآءِ وَالصِّفَاتِ وصَلِّ عَلىٰ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ صَلَاةً تَزِنُ الْاَرْضِيْنَ وَالسَّمٰوَاتِ وَتَعُمُّ بَرَكَاتُهَا جَمِيْعَ الْمَخْلُوْقَاتِ وَصَلِّ عَلىٰ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ اَشْرَفِ الْاَنْبِيَآءِ وَالْمُرْسَلِيْنَ الْخَاتَمِ الْوَارِثِ وَصَلِّ عَلىٰ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ غَوْثِ الْعَالَمِيْنَ مِنَ الْهُمُوْمِ وَالْكَوَارِثِ وَصَلِّ عَلىٰ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ رَوْضَةِ الْاُنْسِ الْعِلْمِيَّةِ وَغَايَةِ

كُلِّ جَادٍّ وَبَاحِثٍ وَصَلِّ عَلىٰ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ مَانَبَتَ نَبَاتٌ وَحَرَثَ حَارِثٌ وَصَلِّ عَلىٰ مُوْلَانَا مُحَمَّدٍ ذَوِى الْاَخْلَاقِ الْكَرِيْمَةِ الدَّوَامِثُ مَا اَشْرَقَ نُوْرُهُمْ فَكَانَ لِلْقُلُوْبِ خَيرُ بَاعِثٌ وَصَلِّ عَلىٰ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ الَّذِىْ كَانَ قَابَ قَوْسَيْنِ اَوْ اَدْنىٰ لَيْلَةَ الْمِعْرَاجِ وَصَلِّ عَلىٰ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ قُوَّةِ الْحَقِّ الظَّاهِرَةِ فِىْ جَمِيْعِ الْفَجَاجِ وَصَلِّ عَلىٰ مُوْلَانَا مُحَمَّدٍ مُحِيْطِ الْعَظْمَةِ الْمُتَلَاطِمِ بِالْاَمْوَاجِ وَصَلِّ عَلىٰ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ وَاجْعَلْ لَنَا بِبَرْكَتِهِ مُخْلَصًا مِنَ الْهَمِّ عَظِيْمَ الْاِنْفِرَاجِ وَصَلِّ عَلىٰ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ صَاحِبَ الْوَجْهِ الْجَمِيْلِ وَالْجَبِيْنِ الْوَضَّاحِ وَصَلِّ عَلىٰ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ عَمَادِ الْمُلْكِ لِعَوَالِمِ الْاِسْرَارِ وَالْاَرْوَاحِ وَصَلِّ عَلىٰ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ فَجْرِ الرَّشَادِ وَنُورِالصَّبَاحِ وَصَلِّ عَلىٰ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ نُورِ بَصَائِرِ الْوَاصِلِيْنَ اِلىٰ حَضْرَةِ الْكَرِيْمِ الْفَتَاحِ وَصَلِّ عَلىٰ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ بَحْرِ السَّمَاحِ وَيَاقُوتَةِ الْفَلَاحِ وَجَوْهَرِ الصَّلَاحِ وَصَلِّ عَلىٰ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ اَهْلِ الْوَرْءِ وَالنَّجَاحِ وَالْفَلَاحِ وَصَلِّ عَلىٰ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ الَّذِىْ شَرْعُهُ لِجَمِيْعِ الشَّرَائِعِ نَاسِخٌ وَصَلِّ عَلىٰ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ الرَّحْمَةِ الْكُبْرىٰ وَالنِّعْمَةِ الْعُظْمىٰ لِاَهْلِ الْبَرَازِخِ وَصَلِّ عَلىٰ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ صَاحِبِ الْقَدْرِ الرَّجِيْحِ وَالْعِزِّ الْكَبِيْرِ الشَّامِخِ وَصَلِّ عَلىٰ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ ذِى الْمَجْدِ الْاَثِيْلِ وَالشَّرَفِ الرَّفِيْعِ الْبَاذِخِ وَصَلِّ عَلىٰ مُوْلَانَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ الْاَبْعَادِ وَالْاَمْيَالِ وَالْفَرَاسِخِ وَعَدَدَ ثِقَلِ

الْجِبالِ الشَّوَامِخِ وَصَلِّ عَلٰی مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ رُوْحِ الْقَلْبِ وَشِفَاءِ الصَّدْرِ وَعَيْنِ الْفُؤادِ وَصَلِّ عَلٰی مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ الَّذِیْ اُوْتِیَ جَوَامِعَ الْكَلِمِ وَاَفْصَحِ مِنْ نَطَقَ بِالضَّادِ وَصَلِّ عَلٰی مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ الْآيَةِ الْكُبْرٰی وَالنِّعْمَةِ الْعُظْمٰی لِلْمُعْتَبِرِيْنَ مِنَ الْعِبَادِ وَصَلِّ عَلٰی مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ الْهَادِیْ بِاللّٰهِ إِلَی اللّٰه غَايَةِ الْقَصْدِ وَالْمُرَادِ وَصَلِّ عَلٰی مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ سَيِّدِ مَنْ تَزَوَّدَ مِنَ التَّقْوٰی بِخَيْرِزَادٍ وَصَلِّ عَلٰی مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ اَهْلِ التَّوْفِيْقِ وَالسَّدَادِ وَالرَّشَادِ صَلَاةً لَيْسَ لَهَا زَوَالُ وَلَا نَفَادُ دَائِمَةً اِلٰی يَوْمِ الْحَشْرِ وَالتَّنَادِ وَصَلِّ عَلٰی مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ اَلْحِصْنِ الْحَصِيْنِ لِمَنْ اُلْتَجاوَاسْتَعَاذَ وَصَلِّ عَلٰی مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ نِعْمَ الْغَوْثُ وَنِعْمَ الْغَيْثُ وَنِعْمَ الْمَعَاذُ وَصلِّ عَلٰی مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ السَّيِّدِ الْحَبِيْبِ السَّنَدِ الْمُجِيْبِ الْمَلْجَاءِ الْملاذِ وَصلِّ عَلٰی مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ وَاحفَظْنَا بِبَرَكَتِهِمْ مِنْ كُلِّ فَظٍّ وَشَاذٍّ وَصلِّ عَلٰی مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ صَاحِبِ الْكَمَالِ وَالْبَهَاءِ وَالْوَقَارِ وَصَلِّ عَلٰی مَوْلَانَا مُحَمَّد صَلَاةً لَاتُحِيْطُ بِعَظْمَتِهَا الْاَفْكَارُ وَصَلِّ عَلٰی مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ جَمَالِ الرِّيَاضِ وَنَفحِ الْاَزْهَارِ وَصلِّ عَلٰی مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ حَنِيْفِ الْاَشْجَارِ وَخَرِيْرِ مَاءِ الْبِحَارِ وَصلِّ عَلٰی مَوْلَانَا مُحَمَّد مَا غَرَّدَتِ الْاَطْيَارُ وَهَبَّتْ نَسمَاتُ الْاَسْحَارِ وَصَلِّ عَلٰی مَوْلَانَا السَّادَةِ الْاَخْيَارِ وَصَلِّ عَلٰی مَوْلَانَا مُحَمَّد نَبِیِّ الصِّدْقِ رَسُوْلِ الْحَقِّ وَالْأَنْجَازِ وَصَلِّ عَلٰی مَوْلَانَا

مُحَمَّدٍ ماطَافَ طَائِف" بِمَكَّةَ وَزارمُؤمِنُ اَرضَ الْحِجَازِ وصَلِّ عَلىٰ مولَانا مُحمَّدٍ صَلاةً تَنالُ بِهَا النَّجاةَ وَالْمفازَ وصَلِّ عَلىٰ مَولَانا مُحمّد امام النَّبِيِّينَ اَشْرَفِ الْمُرسِلِينَ خَيرَ النَّاسِ وَصَلِّ عَلىٰ مَولَانا مُحَمَّدٍ عَدد الْحركَاتِ وَالسَّكَنَاتِ وَالْخطَرَاتِ وَالْاَنفاسِ وَصَلِّ عَلىٰ مَولَانا مُحَمَّدٍ اَصْلِ الْخَيرِ وَالْفَضْلِ وَالْعَدْلِ وَالْاِينَاسِ وَصَلِّ عَلىٰ مَولَانا مُحَمَّدٍ وَ قِنَا شَرَّالْوَسْوَاسِ الْخَنَّاسِ وَصَلِّ عَلىٰ مَولَانا مُحَمَّد واحْفظْنا مِنَ الْجِنَّةِ وَالنَّاسِ وَصَلِّ عَلىٰ مَولَانا مُحَمَّدٍ ذِى الْقُوَّةِ وَالشَّجَاعَة وَالْبَاسِ وَصَلِ عَلىٰ مَولَانا مُحَمَّدٍ وَعَلىٰ آلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ وَاَزْوَاجِهِ الْمُطَهَّرِيْنَ مِنَ الدَّنَسِ وَالْاَرْجَاسِ اَلْمَحْفُوْظِيْنَ مِنَ الْمَعَاصِى وَالْاَدْنَاسِ وَصَلِّ عَلىٰ مَولَانا مُحَمَّدٍ سَهْلِ الْاَخلاقِ طَيِّبَ الْمَعَاشِ وَصَلِّ عَلىٰ مَولَانا مُحَمَّدِ الَّذِىْ نَجاةُ اللّٰهِ مِنْ كُلِّ خَائِنٍ وَغاشِّ وَصَلِّ عَلىٰ مَولَانا مُحَمَّدٍ اَلْمُبَرَّاءِ مِنَ الْخِصَامِ وَالنِّزَاعِ وَ النَّقَاشِ وَصَلِّ عَلىٰ مَولَانا مُحَمَّدٍ الزَّاهِدِ عَمَّا فِى الدُّنْيَا مِنْ مَتَاءٍ وَرِيَاشٍ وَصَلِّ عَلىٰ مَولَانا مُحَمَّدٍ وَ آنِسْنَا بِهٖ مِنَ الْبُعْد وَالْاِيحَاشِ وَصَلِّ عَلىٰ مَولَانا مُحَمَّدٍ صَاحِبِ الْوَجه الْهَاشِ اَلْبَاشِ وَصَلِّ عَلىٰ مَولَانا مُحَمَّدٍ عَدَدَ كُلِّ قَائِمٍ وَقَاعِدٍ وَمَاشٍ وَصَلِّ عَلىٰ مَولَانا مُحَمَّد عَلىٰ آلِه وَاَصْحَابِهٖ وَاَزْوَاجِهِ الَّذِيْنَ تَجافَتْ جُنُوْبُهُمْ للّٰه عن الْمَضَا جِعِ والْفراشِ وصلِّ عَلىٰ مَولَانا مُحَمَّدٍ زُمُرّدَةِ الْاَزَلِ

وَيَـاقُـوْتَـهُ الْاَبَـدِ جَـمْعِ الْجَمْعِ فِیْ مَقَامِ الْفَرْدِ مَظْهَرِ الْحقِّ وَمَعْدَنِ الصِّدْقِ:
اَللّٰهُمَّ صَلِّ بِجَمِيْعِ الصَّلوٰتِ وَسَلِّمْ بِكَافَةِ التَّسْلِيْمَاتِ وَبَارِكْ بِاَوْفَرِالْبَرَكَاتِ
عَـلـیٰ سَيِّـدِ اَهْـلِ الْاَرْضِ وَالسَّمَآءِ سَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا مُحَمَّدٍ عَالِی الْقَدْرِ فَخْرِ
الْاَنْبِيـآءِ صَلَاةً تَشْفِيْقِیْ بِهَا مِنْ اَمْرَاضِیْ وَاَسْقَامِیْ وَتَحْفَظُنِیْ بِهَا مِنْ خَلْفِیْ
وَاَمَـامِـیْ وَتَـغْفِرُلِیْ بِهَا ذُنُوْ بِیْ وَآثَامِیْ وَتَصْرِفُ بِهَا عَنِّی هُمُوْمِی وَاَحْزَانِیْ
وَأَرَاهُ فِـیْ يَقْظَتِیْ وَمَنَامِیْ وَتُسْعِدُنِیْ بِهَا فِیْ حَيَاتِی وَتُكْرِمُنِی بِهَا بَعْدَ وَفَاتِیْ
صَلَاةً تُفْرِجُ بِهَا عَنَّا مَا نَحْنُ اُمُوْرِ دِيْنِنَا وَدُنْيَانَا وَ آخِرَتِنَا وَ عَلیٰ آلِهٖ وَصَحْبِهٖ
وَسَلِّـمْ: اَللّٰهُـمَّ يَا قُدُّوْسُ يَاسَلَامُ بَلِّغْ عَنَّا سَيِّدَنَا وَمَوْلَانَا مُحَمَّدً مِنَّا السَّلَامُ
اَلسَّلَامُ عَـلَيْكَ اَيُّهَـا الـنَّبِـیُّ وَرَحْـمَةُ اللّٰهِ وَبَـرَكَـاتُـهٗ اَلصَّلوٰةُ وَالسَّلَامُ عَلَيْكَ
يَـاسَيِّدِیْ يَارَسُوْلَ اللّٰهِ صَلَّی اللّٰهُ عَلَيْكَ فِی جَمِيْعِ الْعَوَالِمِ كُلِّهَا صَلَاةً دَائِمَةً
مِـنَ الْاَزَلِ اِلَـی الْاَبَـدِ مُسْتَـمِـرَةً لَاتُـرَدُّ وَلَاتُـعَـدُّ وَلَا تُـحَدُّ تُرَدِّدُهَا مَلائِكَةُ
السَّـمٰـوٰتِ الْـعَـلِيَّه وَتَتَجَاوَبُ بِهَا الْاَرْوَاحِ فِیْ عَوَالِمَهَا الْبُرْزَخِيَّةِ وَعَلیٰ آلِ
بيتك وَاصحابك وازوجك وذُرِّيَتِكَ وَامتك وَعَلَيْنَا مَعَهُمْ يَارَبَّ الْعٰلَمِيْنَ.

# درود تاج

**درود تاج درود شريف جي هر مجموعي ۾ عام طور ملندو آهي ۽ درود شريف جي شائقين جو معمول بہ هوندو آهي مگر حضرت ميان محمد چنيهہ عليہ الرحمتہ جي فرزند حضرت ميان خاوند ڏني رح جن سرڪار مدينہ صلي الله عليہ وسلم جن سان عشق ۽ محبت جو اظهار ڪندي ان ۾ اضافي صيغن جي حسين امتزاج جو هن ريت اضافو ڪيو آهي.**

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ ط

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا مُحَمَّدٍ وَّ عَلٰى آلِ سَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا مُحَمَّدٍ صَاحِبِ التَّاجِ وَالْمِعْرَاجِ وَالْبُرَاقِ وَالْعَلَمِ دَافِعِ الْبَلَآءِ وَالْوَبَآءِ وَالْاَعْدَاءِ وَالظُّلْمَآءِ وَالْقَحْطِ وَالْقَرْضِ وَالْمَرَضِ وَالسَّقَمِ وَالْحُزْنِ وَالْجُوْعِ وَالْاَلَمِ اِسْمُهٗ مَكْتُوْبٌ مَرْفُوْعٌ مَكْشُوْفٌ مَشْفُوْعٌ مَنْقُوْشٌ مَرْغُوْبٌ فِى اللَّوْحِ وَالْقَلَمِ سَيِّدِ الْعَرَبِ وَالْعَجَمِ صَاحِبَ الْحَيَآءِ وَالسَّخَآءِ وَالْعَطَآءِ وَالْوَفَآءِ وَالشَّفَآءِ فِى الْعِلْمِ وَالْحِلْمِ وَالْفَيْضِ وَالْفَضْلِ وَاللُّطْفِ وَالْاِحْسَانِ جِسْمُهٗ مُقَدَّسٌ مُعَطَّرٌ مُطَهَّرٌ مُنَوَّرٌ فِى الْبَيْتِ وَالْحَرَمِ شَمْسِ الضُّحٰى بَدْرِالدُّجٰى صَدْرِ الْعُلٰى نُوْرِ الْهُدٰى كَهْفِ الْوَرٰى مِصْبَاحِ الظُّلَمِ جَمِيْلِ الشِّيَمِ شَفِيْعِ الْاُمَمِ صَاحِبِ الْجُوْدِ وَالْكَرَمِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَيْنِ الْعِنَايَةِ وَكَنْزِ الْهِدَايَةِ اِمَامِ الْحَضْرَةِ اَمِيْرِ الْمَمْلَكَةِ طِرَازِ الْحِلَلِ نَاصِرِ الْمِلَلِ سُلْطَانُ الطَّرِيْقَةِ بُرْهَانُ الْحَقِيْقَةِ زِيْنَةُ الْمَعْرِفَةِ شَمْسُ الشَّرِيْعَةِ شَفِيْعِ الْاُمَّةِ كَاشِفِ الْغُمَّةِ صَاحِبُ النِّعْمَةِ وَالنُّبُوَّةِ عَالِى الْهِمَّةِ اللّٰهُ عَاصِمُهٗ وَجِبْرِيْلُ خَادِمُهٗ وَالْبُرَاقُ مَرْكَبُهٗ وَالْمِعْرَاجُ سَفَرُهٗ

وَعِنْدَ سِدْرَةُ الْمُنْتَهٰی مَقَامُهٗ وَقَابَ قَوْسَیْنِ اَوْ اَدْنیٰ مَطْلُوْبُهٗ وَالْمَطْلُوْبُ مَقْصُوْدُهٗ وَالْمَقْصُوْدُ مَوْجُوْدُهٗ وَالْمَوْجُوْدُ مَعْبُوْدُهٗ وَالْمَعْبُوْدُ رَبُّهٗ اِمَامُ الْمُتَّقِیْنَ مَحْبُوْبُ رَبِّ الْعَالَمِیْنَ اَصْفَی الْاَصْفِیَآءِ وَاَتْقَی الْاَتْقِیَآءِ سِرَاجُ الْاَوْلِیَآءِ سُلْطَانُ الْاَنْبِیَآءِ قِبْلَةُ الْعَارِفِیْنَ کَعْبَةُ الطَّآئِفِیْنَ سَیِّدُ الْاَنْبِیَآءِ وَالْمُرْسَلِیْنَ خَاتَمُ النَّبِیّٖنَ شَفِیْعُ الْمُذْنِبِیْنَ اَنِیْسُ الْغَرِیْبِیْنَ رَحْمَةُ لِّلْعَالَمِیْنَ رَاحَةُ الْعَاشِقِیْنَ مُرَادُ الْمُشْتَاقِیْنَ صَاحِبُ الْمُقَرَّبِیْنَ شَمْسُ الْعَارِفِیْنَ قِبْلَةُ الْمُخْلِصِیْنَ سَنَدُ الْعَاصِیْنَ نَبِیُّ الْخَافِقِیْنَ اِمَامُ الْمُوْمِنِیْنَ اَفْضَلُ مِنَ النَّبِیّٖنَ وَالصِّدِّیْقِیْنَ وَالشُّهَدَاءِ وَالصَّالِحِیْنَ سِرَاجُ السَّالِکِیْنَ مِصْبَاحُ الْمُقَرَّبِیْنَ مُحِبُّ الْفُقَرَاءِ وَالْغُرَبَآءِ وَالْمَسَاکِیْنِ سَیِّدُ الْکَوْنَیْنِ وَالثَّقَلَیْنِ نَبِیُّ الْحَرَمَیْنِ اِمَامُ الْقِبْلَتَیْنِ وَ وَسِیْلَتِنَا فِی الدَّارَیْنِ صَاحِبِ قَابَ قَوْسَیْنِ مَحْبُوْبُ رَبُّ الْعَالَمِیْنَ وَ رَبُّ الْمَشْرِقَیْنِ وَرَبُّ الْمَغْرِبَیْنِ جَدِّ الطَّیِّبَیْنِ الْحَسَنِ وَالْحُسَیْنِ مَوْلَانَا وَمَوْلیٰ الثَّقَلَیْنِ اَبِی الْقَاسِمُ وَاَبِی الطَّاهِرُ وَاَبِی الطَّیِّبُ وَاَبِیْ اِبْرَاهِیْمَ سَیِّدِنَا وَمَوْلَانَا رَسُوْلُهٗ الْمُجْتَبٰی وَحَبِیْبُهٗ الْمُرْتَضٰی وَصَفِیَّةُ الْمُصْطَفٰی صَاحِبَ الرِّسَالَةِ مُحَمَّدِ ابْنِ عَبْدُ اللّٰهِ نُوْرٌ مِّنْ نُّوْرِ اللّٰهِ یَااَیُّهَا الْمُشْتَاقُوْنَ بِنُوْرِ جَمَالِهٖ مِاَةَ اَلْفِ اَلْفِ صَلوٰۃً وَّسَلَامًا وَّرَحْمَةً وَّبَرَکَةً عَلیٰ اَکْرَمِ الْاَنْبِیَآءِ وَالْاَصْفِیَآءِ خَاتَمِ رُسُلِ اللّٰهِ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ صَلَّی اللّٰهُ عَلَیْهِ وَعَلیٰ آلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ وَاَزْوَاجِهٖ وَذُرِّیَاتِهٖ وَاَهْلِ بَیْتِهٖ وَخُدَّامِهٖ وَاَحِبَّائِهٖ وَعِتْرَتِهٖ وَعَشِیْرَةِ وَعَلیٰ عِبَادَاللّٰهِ الصَّالِحِیْنَ وَعَلیٰ اَهْلِ طَاعَتِكَ اَجْمَعِیْنَ بِرَحْمَتِكَ یَا اَرْحَمَ الرَّاحِمِیْنَ ۰

# پڇاڻي

هن ڪتاب ڪي خانوادهہ چنيهہ جي ان مروج مشهور مناجات سان پڇاڻيءَ تي پهچايون ٿا جيڪا مناجات سينہ بہ سينہ حضرت چنيهہ عليه الرحمة جن کان وٺي اڄ تائين سندن اولاد مان بزرگ شخصيتن جو معمول رهي. جيڪي راتين جي تنهائي ۾ پنهنجون نندون قربائي اکڙين مان عجزو انڪساريءَ جا ڳوڙها ڳاڙيندي سرڪار مدينہ ﷺ جن جي رحمة اللعالمين ذات ڪي عشق ۽ محبت مان سڏڙا ڪندي خالق ڪائنات رب العلمين جي رحيم وڪريم ذات جي حضور ۾ ڪين وسيلو پيش ڪندي خداوند ڪريم کان خداوند ڪريم جي محبت ۽ معرفت طلب ڪندا رهيا ۽ ڌڻي تعاليٰ سندن جهوليون عطا و احسان جي مقصود سان ڀريندو رهيو.

# مُناجات وَدُعا

بسم اللّٰہ الرَّحمٰنِ الرَّحِیم

اَلصَّلوٰةُ وَالسَّلامُ علیك یا سَیِّدِیْ یارَسُوْلَ اللّٰه یا نبیَّ اللّٰہ- یاعَبْدُاللّٰہِ وَکَفَاكَ شَرفًا اَنْ تَکُوْنُ عَبْدًا للّٰه اَلصَّلوٰةُ وَالسَّلامُ علیك یا اَمانُ الدُّنیا وَمَلاذ اَهْلِهَا یَا حِصْنَ الْاُمَّةِ وَمَعْقِدَ رِجائها یارَحمَةَ الْاِنْسانِیَّةِ وکَعْبَة آمالِها اَلصَّلواةُ وَالسَّلَامُ عَلَیْكَ اَیُّهَا النَّبِیُّ الرَّءُ وفُ الرَّحِیْمُ الْعَطُوْفُ یا مَنْ یَتَوَسَّلُ بكَ اِلَی اللّٰہِ تَعالیٰ کُلُّ مُسْتَغِیْثٍ وَمَلْهُوْف''- وهأنا یارَسُوْلَ اللّٰہِ مُسْتَغِیْث'' وَمَلْهُوْف'' اَنْتَ لها اِذَا نزَلَ الْبَلاءُ وَاشْتَدَّ الْعَنَاء انت لها عند الْمُلِمَّاتِ وَاِشْتِدَادِ الْاَزْمَاتِ اَنْت لَها عَنْدَ اِحْتِدَامِ الْکُرَباتِ وَ اِنْسِدادِ اَبْوابِ الْفَرَجِ مِنْ کُلِّ الْجِهات اَنْتَ وَسِیْلَتِیْ قَلَّتْ حِیْلَتِیْ اَدْرِکْنِیْ یانبیَّ اللّٰہِ عَلَیْكَ یا سیِّدِیْ یارَسُوْلَ اللّٰہِ مِنْ صَلوٰتِ اللّٰہِ وَتَسْلِیْما وَتحیَّاته وبرکاتهٗ فی کل لحظة مایُناسِبُ قدرِكَ الْعظِیْمِ وَیَلِیْقُ بمقامِ الْکَرِیْمِ ویجمعُ لكَ اعْلی الدّرجاتِ الفضلِ والتَّکْرِیْمِ واقصی الْغایاتِ الْقُرْبِ والتعظِیمِ وعلیٰ آلك واصحابك وازواجك و ذرّیتك واُمَّتك اکمل الصَّلوٰة واتمّ التَّسْلِیْم۔

## بخشي ٽرسٽ جو ايندڙ ڪتاب

# مام مٺي مهجوري

ليکڪ: ذوالفقار اڄڻ

سلوڪ جي شائقين لاءِ سنڌي زبان ۾ پهريون ڪتاب جنهن ۾ طريقت وارن سلسلن جي مڪمل معلومات سلوڪ جا جملي سبق ذڪر جا طريقا مراقبات ۽ تصوف جي مشهور اصطلاحن جو تشريح سان ذڪر ان کان علاوه رجال الله متعلق ڄاڻ جنهن ۾ اولياءَ الله جي روحاني منصبن مڪتوم، فرد، قيوم، قطب الاقطاب، قطب وحدت، غوث، امام يمين ويسار، قطب الارشاد، قطب الابدال، قطب مدار، قطب هفت اقاليم، قطب ولايت، اوتاد، ابدال، اخيار، ابرار، نقباۤءِ، نجباء عمداءِ، مڪتومان، مفردان سندن تعداد مقام روحاني نالن ۽ ڪهڙو منصب خداوند ڪريم جي ڪهڙي اسماءِ صفات جو مظهر آهي سندن ذميوارين ۽ اولياءِ ڪرام جي مجلس "ديوان صالحين" جي بيهڪ جو مڪمل احوال مستند حوالن سان ڏنو ويو آهي.

## بخشي ٽرسٽ ڪهڙا جو قيام

بخشي ٽرسٽ جو قيام قبلہ گاهہ حضرت ميان حاجي الهٰي بخش قدسن الله سيره القدس جن جي فيضان ڪرم سان سندن روح پر فتوح جي ايصال ثواب خاطر صدقي جاريہ طور عمل ۾ آندو ويو آهي ٽرسٽ پاران قرآن و سنت ۽ بزرگان دين جي تعليمات خاص طور تصوف وسلوڪ جي ڄاڻ تي مشتمل سنڌي زبان ۾ اشاعتي سلسلو شروع ڪيو ويو آهي. ڪتاب جي قيمت مارڪيٽ جي تجزيي سان اوهان کي انتهائي مناسب لڳندي جنهن مان حاصل ٿيل آمدني ٻين ايندڙ ڪتابن جي اشاعت تي خرچ ڪئي ويندي. (ٽرسٽ)

مون ۾ مداين جو نہ انت نہ شمار
ڪٿان تہ ڪٿي نہ سگهان سندو بدين بار
اچي ڪامل پاڙ قرار جيڪو اصلئون ڪيئي اچڻ سين.

(ميان رازقڏنو رح)

Design: Syed Fida